# اڪ ڪُليون اکيون

(ڪهاڻين جو مجموعو)

وينا شرنگي

پروميلا پبليڪيشن

C-84 اندر پوري، نئي دهلي - 110012

# Adh Khuliyoon Akhiyoon

By :

**Veena Shringi**



First Edition : 1990



Price : Rs. 45-00



Published by :
**Promilla Publication**
C-84, Inderpuri,
New Delhi - 110 012
Phone : 5712563



Printed by :
**Kaushal Printing Press,**
3, Dayanand Market,
Kaiser Ganj, AJMER-305001
Phone ; 32767



Cover Design :
Rasheed Chowdhery



Back Cover Photo - Aayz Gayd
Sachal Congress Karachi



# ارپڻا

”ڪري ڪوچ ويا، سڀئي سنسار مون،
پير پيغمبر اؤليا، جن پنهنجا پنت ڪيا،
گياني، ڌياني، گرستي، سامي پنٿ پيا،
سڀئي غيب ٿيا، تو ڇا سمجهيو پاڻ کي؟“

”سامي“

وينا شرنگي

## " نظم "

زندگيءَ جي هر موڙ تي
هر چوڙ تي
اگني پريکشا ڏيڻي ٿي پوي
هوس جون نگاهون
حياءَ جي دامن کي تار تار ٿيون ڪن
مان پنهنجي پاڪ دامنيءَ جو
ڪنهن ڪنهن کي يقين ڏياريان ؟
ڇو ته، مان ڪلجُڳ جي سيتا آهيان
جڏهن ست جڳ جي سيتا کي به
پنهنجي پاڪ دامنيءَ لاءِ
اگني پريکشا ڏيڻي پيئي
مان ته ڪلجُڳ جي سيتا آهيان .

وينا شرنگي

# ليکڪا پاران

پنهنجي اڪيلي تصنيف " منهنجا معصوم سچ"
۾ واعدو ڪيو هيم تہ ڪهاڻين جي مجموعي
" اڻ کليل اکين" سان پر کليل دل ۽ ذهن سان قلم ذريعي
وري اوهان سان ملاقات ٿيندي. ڪهاڻيءَ جا ڪردار
دوستي، وفا، دغا، هوس ۽ استحصال واري
معاشرتي زندگيءَ جي عڪس جو مثال آهن. اڄ
جنهن جو ٻيو پارٽ مالا جي ٻڙا ڏسي
" اڻ کليون اکيون" پڙهندي ويون آهن.

موقعي پرست ۽ مفاد پرست ٻوليءَ جو ترو ڪندي
رهيا آهن. هندوستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هيٺي
حال تي سنڌيءَ جي ممتاز شاعر سرڳواسي نارائڻ
شيام هڪ واري ريڊيو تي مون سان ڪچهري
ڪندي پنهنجن جذبن جو اظهار ڪيو هو جيڪي
هتي اوهان سان ونڊي رهي آهيان.

" سنڌي ٻوليءَ کي Oxygen تي جيارڻو پئو وڃي
۽ اها Oxygen ٻوليءَ کي غلط Cylender مان ملي رهي
آهي. هتي تہ ٻوليءَ کي اهڙن ٽي هٿان Oxygen
تي جيارڻو پئو وڃي."

سرڳواسي نارائڻ شيام جي ان اظهار تي مونکي
امڙ طرفان استعمال ڪندڙ ٻهاڪو ذهن ۾ اڀري آيو

آهي. ”ڪاڻ مهل ڇون ڏاند آهيون ۽ وهڻ ۾ ڪاهلا“
جن جو پيٽ آخوندن جهڙي الي آهي، وڃي ٿو هڙ
ڳرڪائيندو. اڄ سنڌي جاتيءَ جو حال بي حال آهي،
چوڻي آهي ”ننڍڙڪا گهوڙا غٽپاٽا هسوار“.
جيڪي ٿي ويو آن کي درگذر ڪجي اسان
قيمتي وقت پاڻيءَ وانگر وهائي ڇڏيو. فرينڪلن جو
قول آهي.
”وقت دولت وانگر آهي. ان جو اجايو استعمال
نه ڪرڻ گهرجي. اوهان دولت ته ڪمائي سگهو ٿا
پر وقت موٽائي نه ٿا سگهو.“
ساڳيو حال اسان جي سنڌي جاتيءَ جو آهي،
اسان ناڻو ته ڪمايو آهي پر وقت موٽائي نه سگهيا
آهيون.
وقت جو گهاٽو هڪ ڀيري پنيان وڃي ٿو ٻيڙهين
کي ڳرڪائيندو. جيڪو اسان کي ڇيهو رسيو آهي،
ان جو پورائو ڪرڻ مشڪل آهي. چوڻي آهي
”ڏوڏو ڪير لٽين نه پوندو آهي“ هاڻي به زندگيءَ
جي تجربن مان سبق پرائي بدلي جي ڀاونا ترڪ
ڪري اختلافن کي ٿاڪ لي رکي ايڪمشت ٿي صبر
۽ تحمل جو پلاند پڪڙي محنت ايمانداري جفاڪشيءَ
سان وک وڌائيون. اديبن، فنڪارن ۽ شاعرن لاءِ
وڏي جوابداري عائد ٿئي ٿي. سڪر جي هرڪ اديب

مرحوم رشيد ڀٽيءَ جا اظهار ڪيل لفظ هتي ضرور
پيش ڪندس .

" سچو اديب، شاعر يا فنڪار پنهنجي دور ۽
عهد جو آئينو ٿئي ٿو . هن جو هٿ قوم يا عوام جي
نبض تي هوندو آهي ۽ سندس دل عوام جي دل
سان گڏ ڌڙڪندي آهي " .

ڪهاڻين جو مجموعو " اڌ ڪليو ن اکيو ن " ساميءَ
کي سمرپڻ ڪيو آهي . هن کان اڳ، ڀٽائي گهوٽ،
شاهه عبداللطيف ۽ سچل سرمست کي پنهنجي قلم جو
پورهيو منسوب ڪيو هئم ته ڪن ننگ نظر ٿي وارن
سوال ڪيو شاهه، سچل کان ساميءَ کي ڇو ..........
جن جي من ۾ خدشا هئا ته صرف ..........
پسر ڏٺيءَ منهنجي قلم کي سگهه ڏني جو مان سنڌي
ٻوليءَ جي " ٽمورتي " شاهه سچل ساميءَ کي پنهنجي
قلم جو پورهيو ارپڻ ڪري سگهي آهيان .

ساميءَ جو جنم شڪارپور ۾ ٿيو ساميءَ مايا جي
مهاجال ۾ ڦاسڻ کان بندي کي خبردار ڪيو .

" مايا سڀ موهي، جنهن ڪيا وس پاڻهنجي،
وڏائين ول ڇل سان، الٽا بندي ٽولي،
پنهنجي ڏينهن پاڻ کي، ڪن هوئي هوئي،
آلم ڏن کوهي، موڪ وڻنا مت ري "
" سامي "

ساڳيئي وقت ساميءَ نيڪ ٻڌن ۽ ساڌ سنگت
سان وهنوار ڪرڻ جي صلاح ڏني آهي. جنهن ۾
ئي انسان کي سک ملي ٿو.

"هيرو جنم نہ هار، مورک مايا جي پاءِ ٿون،
ملي ساڌ سنگت سان، اوديا ڀرم نوار،
پنهنجو پاڻ سنڀار تہ سکي ٿئين سامي چوي"
(سامي)

هتي مان اهو ضرور چوندس تہ ادب جي ماڻ
۽ ماپڻ کان ناواقف آهيان پر جڏهن بہ شدت سان
محسوس ڪيو اٿم تہ پنهنجن جذبن جو اظهار ڪيو
آهي. هن ڪتاب ڇپائڻ ۾ جيڪي ڏکيائيون درپيش
آيون آهن تن جو ذڪر صرف هڪ لفظ ۾ ڪندس.
دهليءَ کان اجمير ۾ خط ڪتاب، فونيون ڪرڻ
انتظار ۽ اچ وڃ جي مرحلن کي مان ذهني اذيتن جو
نالو ڏيندس ۽ اوکري ڪنڊڙ پڪهاردار لاءِ پنهنجي
هڙان رقم لڳائڻ ۽ مٿان وري خير ..............

هتي مان آئون بي شمار سڄڻن ۽ پيارن جي
ٿورائتي آهيان جن منهنجي قلم جي پورهئي کي
ساراهيو آهي. دعائون ۽ نيڪ تمنائون ڏنيون آهن.
تعاون ڪيو آهي ۽ منهنجي پورهئي ساڀ ٿيڻ لي

مون کان وڌ ڪا ڪهڙي خوشي ٿي آهي .

It is not wealth of the world that can give real and lasting happiness.

It is the love & laughter of dear friends that does. ”

اگر انهن جا نالا لکڻ شروع ڪريان ته وڏو سلسلو ٿيندو ، ڪنهن جو ذڪر ڪيان ڪنهن جو نه ڪريان.

پر لطيف سائين جو هيءُ شعر انهن جي احترام ۾ ضرور پيش ڪندس .

”ٻورا ٿي ٻورا مون لي ماروئڙن جا
پلاڻون پيرا پٽي پٽيان ڪيترا“
”شاه“

چڱو موڪلاڻي ناهي زندگيءَ جي ڪنهن نه ڪنهن موڙ تي اگر وقت ۽ قلم ساٿ ڏنو ته ضرور ملاقات ٿيندي .

سدائين گڏ

وينا شرنگي

# سلسلو

# پاپ جو گهڙو

پاپ جو گهڙو - پاپ جو گهڙو؟ امان اهو پاپ جو گهڙو ڀلا ڇا ٿيندو آهي؟

ننڍي هوندي اڪثر امڙ کان اهو سوال ڪندا هئاسين، جو امڙ جي واتان ڪيترا ڀيرا اهو جملو "جڏهن وڃي پاپ جو گهڙو ڀرجي" ٻڌو هئوسين. امڙ معنا ٻڌائڻ لاءِ ڪٿي پيار وچان معصوم چهري ڏي نهاري چوندي هئي، "ال جيڪو انسان برا ڪم ڪندو آهي اُن جي پاپ جو گهڙو ويندو آهي ڀرجندو."

اسين وري سوال ڪندا هئاسين - ڀلا برا ڪم ڪهڙا ٿيندا آهن؟

امڙ سمجهائيندي چوندي هئي، "چوري ڪرڻ، بيگناهن ۽ معصومن کي مارڻ، ڪنهن مظلوم جو حق ڦٻائڻ، عورت جي عزت نه ڪرڻ، چغلي ڪرڻ، دوکو ڪرڻ، وغيره وغيره. اهي سڀ برا ڪم آهن. پوءِ

برائيءَ جو نتيجو برو نڪرندو آهي. اهڙيءَ ريت ڪيترن ڪرتوتن ڪرڻ سان انسان جي "پاپ جو گهڙو" ويندو آهي آهستي آهستي ڀرجندو ۽ جڏهن اهو "پاپ جو گهڙو" ڪنڌ تائين ڀرجي ويندو آهي تڏهن انسان جو انت ايندو آهي."

انت ايندو آهي!

امڙ چوندي هئي، "ها انت ايندو آهي. برو انت."

"امڙ، اهو برو انت ڪيئن ايندو آهي؟"

چوندا آهن شل نه ڪنهنجو انت برو ٿئي. امڙ اسان کي اهڙن انسانن جي بري انت جو اکين ڏٺو احوال گرڙ پراڻ جو ڪتاب کولي تصويرون ڏيکاريندي هئي ته ڪهڙي بري ڪم جي ڪهڙي سزا ڪير ڀوڳيندو آهي، اهو بيان ڪندا ويندا هئا.

اسان جون اکيون خوف ۽ هراس وچان گرڙ پراڻ جي تصويرن تي کپي وينديون هيون.

امڙ جن رننگ ڪامينٽري جاري رکندي پيا آگاهيندا ويندا هئا ۽ گڏ ايمانداريءَ ۽ سچ تي هلڻ جون هدايتون ڪندا هئا ۽ دعائون به گهرندا ويندا هئا ته پرماتما منهنجي ٻارن کي سمتين مت ڏجانءِ، شل وار نه ونگو ٿئين، ڪوسو واءُ نه لڳين. اهو به ٻڌائيندا هئا ته جڏهن انسان مرندو آهي ته، ان کي

وهي ٿي ندي، جيڪا رت روڳ، نانگ بلائون، باهه
هي. اُن ۾ شعلن سان ڀريل هوندي آهي، پار ڪرڻي
پوندي آهي. جيڪو جهڙو برو ڪم ڪندو اُن کي
اهڙي ئي سزا ملندي.

اهي سزائون ڏاڍيون ڀيانڪ، گرڙ پراڻ جون
رنگين تصويرون. ڪن کي لعل جي ٿهڪندڙ ٿنڀن ۾
اُڇلائڻ ۽ ڪن پاپين کي لوهه جا چمٽا ۽ شيخون گرم
ڪري جسم ۾ ڏنڀ ڏيڻ وارو خوفناڪ منظر. ڪن کي
اُبتو لٽڪائڻ. ڀڳوان کي پرارٿنا ڪرڻ شروع ڪيون -
ڀڳوان اسان کي پاپ ڪرڻ کان بچائجانءِ. ڪن ڀيرڙي
توبهه توبهه ڪري هن ساعت اَمڙ کان سوال ڪندا
هئاسين ته اَمان ڀلا ننڍڙا ٻار جو مري ويندا اُنهن جو
ڪهڙو گناهه هوندو آهي. اُنهن ابهمن کي ڪهڙي
پاپ جي سزا ڏني ويندي آهي؟

اُن تي اَمڙ چوندي - اهي ٻار ڀڳوان کي ڏاڍا
پيارا لڳا. ڀڳوان جي مرضي پنهنجن ٻارن
کي جلدي پاڻ وٽ گهرائي ورتي. چڱن اِنسان جي هٿ
۾ ڪجهه نه هٿ ۾. هار اٿين ۾ ٿيندو آهي ته اڳئين
جنم جو حساب ڪتاب، ليکو چوکو ڏيڻ لاءِ ڀڳوان
پاڻ وٽ گهرائي ورتي.

وقت پادشاهہ آهي ۽ اسين اُن جا غلام. اُڪ چيپ ۾ پالوڻ گذري ويو. پر زندگيءَ جي اُن سفر دوران "ويڙهوٽي اندي پار ڪرڻ" "پاپ جو گهڙو پرجڻ" وارين مختلف ڏيکن وارين پهاڪن دل دهلائيندڙ سزائن جون رنگين تصويرون ۽ اُمرؤ جي رنگ ڪاميٽريءَ ريڊيو وانگر الڳ الڳ موسم ۾ آواز جي اُلار چڙهاءَ سان Fede in ۽ Fede out ٿيندڙيون رهيون.
پر پاپ جي گهڙي لفظ اندڙي دل ۾ Clotting of blood جي نبڪي وانگر دائمي جاءِ والاري ڇڏي..........

سوچن جو جمود ...........................................

اَڄ اُمرؤ کان ڦلاٽي جي "پاپ جو گهڙو" ڪڏهن ڀرجندو اِهو سوال ڪونہ ڪريان ڇاڪاڻ اِهو ردي عمل رهي. اِهي سڀ بيڪار جون ڳالهيون آهن. مرڻ کان پوءِ ڪنهن ڏٺو آهي سرڳ ۽ نرڪ. اَڄ اُمرؤ پنهنجي رنگ ڪاميٽريءَ ۾ وڏي تبديلي آندي آهي.
جون اِڄ لڄ جي ساري سر آهي. پرماتما آهي ڪٿي؟ اِڄ سڀئي پاٽر پمر پنهنجي دانا ۾ مست. مان اُمرؤ جي ٽاڙ ۾ اُنهن جو تاڪ ڪندي وٽان تہ ڪڏهن تہ ايڪويهين صديءَ ۾ زماني سارو وقت کي ڏسي اُن منزل طرف وک وڌائين. پر منهنجون نگاهون انتظار ڪري ٿڪجي پيون آهن.

ٻيءَ ساعت من ٽي منٽ ۾ چوان ڪائي ڳالهه ڪانه
آهي. جيڪي ڪندا سي لوڙهيندا. الي ڪر الي پوک.
پـر الي ڪر الي پوکـ وارو مفهوم ويچار ڪڏهن
"لڇ جي ساري سر" آهي ان تحقيق ۾ مصروف
رهي ٿو ڪڏهن "پاپ جي گهڙي" ڀرجي وڃڻ واري
گـرڙ ٻـراڻ ۾ ايمان ڪيل سزائن جي انتظار ۾ رهي.
بس اٿهيءَ خوش فهميءَ ۽ وشواس جي سهاري زندگيءَ
جا ڏينهن ٽپا ڪٽيون. مضبوطي... بردباري... ڏکن سکن
سان دوستي ۽ ڏکـن پٺيان سکن جي اچڻ جو انتظار
۽ مختلف انسان جي پاپ جي گهڙن جي ڀرجڻ واري
سطح تي نظر. دل ۾ چوان اڄ هڪ ٻيو دوکـــي جو
ڪم ڪيائون. ٻين جو ڇا بگاڙيائون. پنهنجي پـاپ
جي گهڙي ۾ اضافو ڪري رهيا آهن. بس ڪن جي
پـــاپ جو گهڙو اڃا ڀريل نه ڪن جو مدو. ڪن جو
ڪماري ٿائين نه ڪن جو ..............................
اهو تحقيقي ڪم گهر وٺي ٿي، منزل طرف وک وڌائي
پيو. رهيو ٿان گهر ......گهر ڪان رهيو. آن وچ واري
فاصلي ۾ گهري سوچ...... پرماتما وٽ دير آهي اندير
ڪين آهي. من ۾ ويچار اچي ٿو اڄ مختلف تحقيق
ڪرڻ لاءِ ڪهڙا نه ڪشت ڪشالا پيا ڪڍن. الڳ الڳ
شخصيتن سان ملاقات - لڏي ٿي وڃي جانچ و ٺڻ.

ڪتابن جا ورق ورائڻ ۽ تصويرن موچي ڪري واسطيدار
عملي ذخيري جي چند چاڙهه ڪرڻ...... ونا اوڙ اهوئين.

پـر جـي مولا مهر جـا ميدان وسائي تـه
اُن کي رڱي ڇڏي. مـان اهوئي چولـد بس تـه مولا
مون لي ۽ مهر ڪئي آهي. اصل مهر ته مهر جهڙي-
گهر ۽ آفيس ۾ ڪٿين پـتـرا پـڙهڻ لاءِ موصول ٿين.
ڪن ۾ ڪهڙا مضمون ته ڪن ۾ ڪهڙا، ڪن ۾ مان
سمان جون تصويرون، ڪن ۾ مهورتي مدنچ. هڪ طرف
ضمير فروشن جو قلم ۽ ڪاغر جو استعمال ته ٻئي طرف
”پاپيءَ جي ڳهڙي“ ۾ صرف بولند بولـد جو اضافو.
ڪڏهن بيزار ٿي مٿيءَ کي چوان- مما بولد بولد سان
ته گهڙي پرچڻ ۾ ڪٿين جمارون ٻورڻون ٿي وڃندون
ته به گهڙو ڪين پرچندو. پـوءِ تـه اصل پاپين جو
مٽو مٽي ويندو.

مٽي آئنده ڏينهن چوي- هت ڪانجـڳ جو دور
آهي. ايترو جلد گهڙو ٿو روئي پرچندو. پرمالما وقت
دير آهي پر انڌير ڪين آهي.

ڪجهه عرصي کان ڪيترين اخبارن ۽ مئگزنس ۾
کي چهرا ڪـي تصوارون، نـام نهاد اڳوڻن سماج
سيوڪن، ادب اوازن جـي سمان جون تصويرون
ور ور ڪري ڇپڻ لي رڳيت اراد ڪاسٽ وائـکر ڏالر

ٿي نه ڇڏين. مٿان وري ٻٽري بازي جي اڱڻ ۾
مهر جو ٻار ٻار در ڪڙڪائڻ- مٿان ڪانگ جو لنوڻ....
در کولڻ سان ٿماليءَ جو ٻٽرو اُڇلائڻ، ڪاوڙ مان ڪانوَ
کي ٻولائڻو ڏيئي چوان: ”لک جي لعنت اٿيئي.“
پيارن جي پيغام، سڄڻن جي سنڌهڻ ٻڌران...... ٿام اهاد
سماج سڌوا......ٻولي، ادب ۽ ضمير فروشيءَ جي نانءَ تي،
ننگو ناچ......شرم وچان ڪڏهن اکين جو ازخود ٻوٽجي
وڃڻ ته ڪڏهن ڪنن لي همت ڏيڻ ته ڪڏهن وري
اکين ۽ ڪنن جي پرهيز ٻڌران ٻاڻ کي ٻوڪ ۾ سمرائڻ
ڪرڻ ۽ اندر آتما جو پرسڪون ماحول ۾ آواز، ”ڏس
’باپ جو گهڙو‘ ڀرجي رهيو آهي.“

هڪ ڏينهن مون ڪنهن ٻاپ جا گهڙا ڪنن ٿار ڀرجندي
ڏٺا. اُن راسب جو فرحتي لمحو ڪرڻ جي تصور ۾ مان خوشيءَ
وچان پاڳل ٿي ويس. گهري لمحي جي آغوش ۾
سمائجي ويس. گهمرڻ ۾ مولڪي دور رو ٻڌجي ولو ......
پاڳل پڻي جو دورو مون زور زور سان ٽهڪ ڏيڻ شروع
ڪيا. جيــي ڏينهن جو منڌر گوانج ٻڌجي ڪنهن من
رنجهائيندا هئا، سي ٽهڪ ٻيهاڪ ٻڌجي ويا. اُمڙ
ٻاٻهه ڪان ڏوڏداڙيندو چهو- ويندا پاڳل ته نه ٿي ولي
آهين. منهنجون داٻهون رڙيون ٻيهاڪ ٽهڪ- اُمڙ

ڇپيو هوش ۾ نه آهين، ڇا ٿيو اٿئي. مون روئي
ڏنو. اوچنگارون ڏيڻ شروع ڪيم. ڏاڍهون ڪندي
چيم ڏسو ڏسو- ٻاپ جي گهڙي ۾ ٽنگ ٿي پيو
آهي، وڏو ٽنگ. امڙ ڪجهه ڏيو، ٻڌ ڪريان. امڙ
ڪجهه نه ڏيو، جلدي ڪريو، وارو ڪريو، ڪجهه نه
ڏيو. گهڙي ۾ ٽنگ ٿي پيو آهي.

امڙ ٻاهران ڪان ڊوڙاڙيندي ڇپيو- بس بس ڪجهه
ڪين ٿيو آهي. تو سپنو ڏٺو آهي، سپنو. لڳي ٿو
نه تو ڪو خوفناڪ خواب ڏٺو آهي. ماٺ ڪر، ماٺ
ڪر، مان چوان ٿي ڪجهه ڪين آهي. ڇري نه
ڪين ٿي آهين. ڪجهه ڪولهي ؟ ٻڙ ڪري ڪاٻي ؟
ساڄي ڳڇي ٿي چانورڙو وهائيندي ڇپائون- ڪنڌ ۾
وهــي ٻوي لڏهڪي اٿا رهڻيو جــي نوڪري.
ڏيهن رات ٽانڪ... ٽانڪ.... صرف ٽانڪ ....

سڏڪا ڀريندي مهنجي ڀڻ ٿي آيو امڙ ٻاپ
جي گهڙي ۾ پرٽ ٿي واهه جو مون سان ٽانڪ ڪيو
آهي ٽانڪ........... ٽانڪ...........

# دردي داستان

پرڪاش هوٽل جي ڪمري ۾ چئني طرف بي چينيءَ سان چڪر ڪاٽي رهيو هو. هو جوليءَ جو انتظار ڪري رهيو هو. اڄ ڪان ويهه سال اڳ ٻنهي زندگيءَ جي ڏور ۾ ٻڌجڻ جو فيصلو ڪيو هو. پر ٻنهي جي وچ اونچ نيچ جي ديوار هئي. پرڪاش جا مت مائٽ، سماج، ٻنهي جي زندگيءَ جي اُچالن ڏي سماجي بندشن جي ڪارڻ ڪڪرن گهيرو ڪري ورتو هو. پرڪاش جي حالت، ماحول ۽ سماج اڳيان ٻڌلي ۽ ٻئي طرف جوليءَ جي آزاد ماحول ۾ لڏها زندگيءَ سان مقابلو ڪرڻ واري اٽل ارادي ۽ جستجو ڪري دنياداري ۽ ٻناوٽي سماج جي انساني ذهن ڏي سڃاڻيءَ ڪان دور غلط اميج ۽ ان اميج سماجي چئوڌول ۽ حالتن اڳيان پرڪاش جا گوڏا نٽڪڻ- ٻڌر اعتماد جي ڪميءَ ٻنهي کي الڳ ڪري ڇڏيو.

اڄ جڏهن پرڪاش ساڳيءَ هوٽل ۾ جوليءَ کي ڏٺو ته هو ديوانن وانگر جوليءَ جي پويان ڊوڙڻ لڳو ۽ جولي جولي پڪارڻ لڳو.

جوليءَ چيو – پرڪاش هميشه مون وٽ وقت ڪونه آهي. مان جلديءَ ۾ آهيان. پرڪاش جي آزان ليزاڙن تي هن چيو ته پرڪاش، هميشه مان تمام جلديءَ ۾ آهيان. مهرباني ڪري هن وقت منهنجي راهه نه روڪ.

پرڪاش پڙا وچان چيو: "نه جولي نه، مان توکي وڃائڻ نٿو چاهيان. تون ڪٿي گم ٿي وئي هُئينءَ. مان تنهنجي تلاش ۾ ڀٽڪندو رهيس. هاڻي مان توکي وڃڻ جي اجازت نه ڏيندس. توکي اڄ پائي ڪري وري نه ٿو وڃائڻ چاهيان. تون هيڏو عرصو ڪٿي هئين؟"

جوليءَ مسڪرائي چيو – "پرڪاش دنيا جي ڀيڙ ۾ گم ٿي وئي هئس. وقت جي ڌارا جي وهڪري ۾ وهي وئي هئس. پر هيءَ دنيا ڏاڍي ننڍي آهي. ڪٿان نه وري زندگيءَ جي هڪ موڙ تي ٽڪرائجي ويا آهيون."

پرڪاش ٽوڪيندي چيو – "جولي مان وڌيڪ انتظار نه ٿو ڪري سگهان."

جوليءَ مسڪرائي چيو صرف شام تائين جو هميشه مان جلديءَ ۾ آهيان. مونکي ڪانفرنس ۾ وڃڻو آهي. پرڪاش چاهيندي به جوليءَ جي راهه نه روڪي سگهيو.

سج لهي سانجهي ٿي. ٻرندي جي هر گهڙيءَ
ڇر ٻر ٿي ٻرڪاش ڇرڪ ڀري اٿي کڙو ٿيو ٿئي.
ڄڻ سندس دل جي ڌڙڪن ٻڌجي پئي وڃي. ڏگهندڙ
خاموشيءَ ۾ هن جي اِي ڇنڊي وڌڻ لڳي. ان خاموشيءَ
۾ گهڙيءَ جي ٽڪ ٽڪ سان گڏ سندس دل جي
ڌڙڪن ساڻ ٻڌجي رهي هئي. جڏهن ٿي هوٽل جي
ڪمري جي ٻاهر وڳي ته هن جي دل جي ڌڙڪن
تيز ٿي وئي، هن اٿي ٻڌي در کوليو. هوٽل جو ملازم
کيس هڪ چٺي ڏيئي روانو ٿي ويو. هن ڏڪندڙ هٿن
سان خط کوليو.

Dear me,

توکي ياد هوندو اهو ڏينهن جڏهن تنهنجو
۽ منهنجو ان موضوع تي بحث ٿيو هو. توکي ماضيءَ
جي اڻ ڏٺل ٻين جي وانان بدل واقعن ۽ حادثن جو
ڏر .........۽ زندگيءَ ۾ مستقبل ۾ ٿيندڙ پرچائين جو
خوف، ان اڄ کي (Present)........ماضيءَ جي قصن ۽
مستقبل جي خوف جي سوچ ۾ وڃائيندو رهين ۽ مان
توکي ان اڄ ماڻڻ لاءِ چوندي رهيس. پر تون .........تون
ور ور ڪري ماضيءَ ۽ آئينده جي قصن کي دهرائيندو
رهين. منهنجي من مان پيار ۽ خوف ڪڍڻ لاءِ تون
مونکي به ان ۾ شريڪ ڪندو رهين. مان توکي صرف

اڄ ـــ... صرف اڄ ماڻهو پنهنجي حال (Present) سان قدم
ملائي هلڻ لاءِ چوندي رهيس. تون اُن فيلسوفيءَ کان
انڪار ڪندو رهين. سمجهڻ کان قاصر رهين. اڄ
تون اُن حال ۾ رُلي رهيو آهين جيڪو تنهنجو
ماضي بڻجي چڪو آهي. جنهن زندگيءَ جي خوشگوار
راهه کي گرم واريءَ جا ٻرندڙ پاڻي ٻيرن جي سڙڻ
کان خوفزده ٿيندو رهين. تنهنجي تصور وارو اهو
ٻرندڙ صحرا اڄ جڏهن ماضيءَ جو ڪفن اوڍي دفن
ٿي چڪو آهي ته تون اُن کي گلستان پائي ڳوڙها
ڳاڙي رهيو آهين. جنهن لاءِ صرف تون، ها صرف تون
جوابدار آهين. تنهنجو اهنڪار، تنهنجي بزدلي
اُن وقت جو اَڻ ڏٺل خوفزده ڪندڙ مستقبل جيڪو
اڄ ماضي بڻجي چڪو آهي سو اڄ تنهنجو "دردي
داستان" حال (Present) بڻجي توسان هم سفر آهي.
تو پنهنجو حال ۽ مستقبل خود جوالا مکيءَ جي نظر
ڪري ڇڏيو. جيڪو نه صرف تو لاءِ پر مون لاءِ به
"دردي داستان" بڻجي چڪو آهي. جنهن کي مان
هزار ڪوشش ڪرڻ جي باوجود به بدلڻ ۾ ناڪام
آهيان. اڄ منهنجي ناڪامائي ۽ تنهنجي ماضيءَ جو
ڊر ۽ بزدلي ايندڙ ٻنهين لاءِ مشعالي راهه بڻجندي.
تو ۽ مون جهڙن لاءِ زندگيءَ جي واٽ بڻجندي ـــ

لاٽ ٻُجهندي.

اڄ جوليءَ زندگي کي پرڪاش ٻڌڻ کان اڳ صبح جي لهر روشنيءَ ۾ سمائجي ويئي آهي. پرڪاش ڳولهڻ جي ديوانگي نه ڪجانءِ.

آن ؟ جي تلاش نه ڪجانءِ....... جيڪا........؟
صرف........ 0 ...... ها صرف 0 0 0 0 0 ........آ.

پرڪاش هوٽل جي ڪمري جو در کوليو جوليءَ جي ڪمري ڏي ڏٺو پر جوليءَ نه زندگيءَ جي نامعلوم منزل طرف وک وڌائي پنهان صرف "دردي داستان" ڇڏي چڪي هئي.



# ممتا

ڪنوار مولڪي نه ڪئي - ٻچڙن جي واسطي مون
تي دايا ڪر.... رحم ڪر.... رحم ڪر....

اسان ڪو رحم جو ٺيڪو کنيو آهي. گهر سنڀاليان،
ٻار سنڀاليان، نوڪري ڪريان مٿان وري ٻنهي جي
جوابداري. اسان وٽ جاءِ ٿي ڪٿي آهي.

ڪنوار ڪڏهن ڪنڌ ٻاسي پٺي هوندس. ٻار
سنڀاليندس، گهر لاءِ سودو ساڙي وٺي ايندس. ڏاڍي
مولڪي ٿي ڪئي - واسطي ٻچڙن جي مون ٻوڙهي
تي رحم ڪر.

"ڪميوني جي ڪٺي ٽڪي جا ٽڪر" ٽڪي جو
ڪم ڪندين ۽ ڪاٽيندين سو ٻوٽين جو. مهانگائي
جو زمانو لڳو پيو آهي. وڃي ڪڏهن ٽيريف اسٽان تي
رام نام جپ اسان جي جند ڇڏ.

پٽ پريم ٽون تي ڪنوار ڪمي سمجهاءِ مان پڌائي
۾ ڪيڏانهن ويندس،

امان مان ڇا سمجهايانس. اسان وٽ جاءِ تي ڪيٽري

آهي ۽ هاڻي وري سولو ٿيو، وڏو ٿي ويو آهي ان
کي ته ڪمري جي ضرورت ٿيندي. ٻيو نوڪري
ڪري ٿو وري نوڪي سنڀالي، هن کي آفيس جو
ٽينشن نٿي ٿيو. هن جو پنهنجو اسٽيٽس آهي.

پڙهيا پريم تون ته ماءُ ٿي دعا ڪر. مان نوٽو نڙو
ڪري ڪجهه نه ڪجهه ڪري وٺندس. رڙهي سڙهي
ٽڪڙ ٽڙو پڇا ٿيندس .... لال جوالي ماڻهن مولڪي لاء
ڪئي.

ٻيو موڙو ڏيندي چيو- امي جيڪو رانڍي ۾
ڪن ڪچرو ڪندا آهن اهو ته مولڪي صاف ڪرڻو
پوندو. مان ڪا زر خريد ٻانهي آهيان جو ٻيو ر والگي
پئي وهان. ٻيڪن ۾ ته مون راڄ ڪيو آهي راڄ.
مولڪي ڪهڙي خبر هئي ته هن گهر ۾ اچي ٻانهي
ٿيندس. ماڻهن وٽ هڪ گهرندي هيس ته ڏهه
ملندا هئا. هن گهر جي ٻوجهه ته منهنجي چيلهه ٽي
ڇڏي ڪري ڇڏي آهي. ٻوڙهي لڪڙن ٿي ڪين ٿو،
ته ته ڏ ڪا ڏيڻي ڪيلدي ساڻهه. هاڻي گهڻو ڏنو
پنهنجو اهو ناٽڪ. ٻيو گوڙها ٿين سگهه. تون اصل
عزت مان نه چاهين. مجبور ٿي....

پريم پنڪ تون نه ٿيو ڪردار کي سمجهائين. ڏس

ڏس ڪيئن ٿي ڏڪا ڏئي.

انسان سچو ڏوهه، ڏٺڻو آهي. ماڻهوءَ کي هڪ ٻيو چئبو آهي ته سمجهي ويندو آهي. پر تون — گهر مان ٻه گهر ڪرائي تماشو ڪري اوڙي پاڙي وارن کي ڪٺو ڪري انسان جي لاڪيٽي عزت مٽيءَ ۾ ملائيندا آهن.

پٽ تون هي ڇا ٻيو چئين .... مونکي ا، ڪئي .... ته ڪئي ...............

پوڙهي ٻرلم ماءُ دانهون ڪندي رهي پر هن جي ڪنهن نه ٻڌي. ايتري قدر جو ڀڻڪجي رت، ٻيٽ چانئي پٽ ٻه ٻڌي. ان دردناڪ منظر تي آڪاش ٻه روئي ڏنو .... قسمت جي ماري پوڙهي آڌي رات ٽائين منهن واڇوڙي ۾ گهر کان ٻـي گهر ٿي خاموش ٻاهن ٿي اڻ چاڻل منزل لاءِ ٽڪڻ لڳي. پوري ڪاروليءَ جون ٽنهون وسامي ويئون هيون. جڻ ڪنهن ديوتا جو ٻرڪوپ ٿيو هجي. قدرتي قهر نازل ٿيو هجي .... وڻن ٽڻن جون ٽاريون ڦٽڪڻ لڳيون. بجليءَ جا ڪڙڪا آئڙي پٽ پيا .... بادلن جي گڙگڙاهٽ — وڄ جي چمڪاٽ...... پوڙهي ٻرلم ماءُ وڄ جي چمڪاٽ جي روشنيءَ ۾ ٽي راهه تلاش ڪرڻ لڳي. جا راهه ان روشنيءَ تي کيس ملڻي ڪانه هئي. وڄ جي چمڪاٽ جي اک ٻوٽ تي ڪجهه فاصلي جي دوري ته طئه ٿي سگهي ٿي پر منزل نه ملڻي هئي. بدنصيب ٻرلم

ماءُ راھه ۽ واھه جي تلاش ۾ ڀٽڪڻ لڳي. روشني ۽
اولاد جي واري وٺي، سان اچ وڃ ۽ اڪ چپ ۾
پريم ماءُ نوڪر ڪائي ڪار سان ٽڪرائجي وئي. تنھا
ڪار کي زور سان ٻريڪ لڳائي. ڪار جھٽڪي سان
بيھجي وئي. ڪار جو دروازو کولي جڏھن تنھا ٻاھر
نڪتي ته ھن جي نظر پريم ماءُ تي پيئي. تنھا گوڏن
ڀر ويھي رھي ۽ چيائين - امان توھان کي ڪٿي وڃڻو
آھي. لڳي ٿــو الڏاھي راس ۾ منھن جھڙ ڪري
اوھين واھه ڀلجي ويا آھيو. مونکي پنھنجي گھر جو
پتو ٻڌايو ته مان اوھان کي منزل تي پھچايان.

پريم ماءُ سڏڪا ڀريندي چيو - منھنجو عاشيانو
اجڙي ويو، مــان ولر کان وڇڙي وئي آھيان. جنھنکي
واھه ۽ راھه تصور ڪيم اھو ڀرم ھو مرگھه ترشنا ھئي....
منزل .... منھنجي منزل تــه موت آھي. مونکي مرڻ
ڏيڻ ھا. تو مونکي ڇو بچايو. مان جي جا ڪنديس؟

تنھا چيو - امان اھڙي واٽي نه ڪيندا .... اوھان
جو اُجھو .... ٻچن جو آکيرو .... اولاد ڪٿي آ ....

اولاد .... اڄ پنھنجي ئي اولاد مونکي ائي اولاد
ڪري ڇڏيو. بــڍاپــي جي سھاري جـــي لٺ ٽــھارو
ڏيڻ بدران منھنجي ئي پٺيءَ تــي وار ڪري اناٿ
بڻائي ڇڏيو.

اِها آتم ڏيندي چيو- امان زماني جي گردش
۾ وقت هر ڪنهن لئي ايندو آهي. اوهين فڪر نه
ڪريو آخرڪار انسان انسان جي ئي ڪم ايندو
آهي. نشا پرڀر ماءُ کي پنهنجي گهر ۾ پناهه ڏني.

اِها پنهنجي گهر ۾ ئي هنر جو انڊيو مرڪز
هلائيندي هئي- ان ذريعي هن ڪيترين ئي سهارا
عورتن کي روزگار مهيا ڪرايو هو. اِها ڪنهن به
بزرگ عورت کي تڪليف ۾ ڏسندي هئي ته پريشان
ٿي ويندي هئي. هن کي پنهنجي ماءُ ياد اچي
ويندي هئي. جنهن تڪليفون وٺي نشا کي پاڙهيو ۽
لائق بڻايو. هن جڏهن به پنهنجي پيءُ جي
باري ۾ ڄاڻڻ چاهيو ته سندس ماءُ جي اکين ۾ پاڻي
ڀري ايندو هو. هوءَ اداس ٿي ويندي هئي. جڻ
ڪا ڳالهه لڪائيندي هجي. اِها کي پنهنجي ماءُ
سان بيحد پيار هو. هن ماءُ سان واعدو ڪيو ته
آئينده ڪڏهن به پيءُ جي باري ۾ نه پڇندي.
سندس ماضيءَ جا ورق نه ورائيندي- ۽ نه وري
اِها جي من ۾ ڪڏهن ڪي گمان يا وڌيڪ ڄاڻڻ
جي تمنا پيدا ٿي. هن لاءِ سڀ ڪجهه ماءُ ئي هئي.

اِها سان گڏ ڪاليج ۾ اشوڪ پڙهندو هو. ٻئي
هڪ ٻئي کي چاهڻ لڳا. ٻنهي زندگيءَ جي سفر ۾

سانت ليائڻ جو فيصلو ڪيو، پر اشوڪ جي ماءُ اُن
رشتي جي حق ۾ نہ هئي. اشوڪ مڃائيندو رهيو
سندس ماءُ انڪار ڪندي رهي. اُن وچ ۾ لتا جي
ماءُ گذاري وئي. اِي رحم وقت لتا کان خوشيون
کسي ورتيون. حالات هن کي اشوڪ کان پري ڪري
ڇڏيو. هن جي دل کي بيحد صدمو رسيو. لتا
زندگيءَ کان مايوس ٿي وئي .... پر وقت تہ وڏا وڏا
گهاؤ پري ڇڏي، زخم پرچڻ لڳا. لتا جي چهري تي
سڪون ۽ آهستي آهستي اکين ۾ چمڪ عيان ٿيڻ
لڳي .... اکين جي اُن چمڪ ۽ چپن تي مرڪ پٺيان
انهن بي سهارا عورتن جي ڳوڙهن جي خشڪ ٿيڻ
جو بي پناهه سرمايو هو. لتا انهن ڳوڙهن کي اُگهي
مظلوم عورتن کي زندگيءَ جي نئين راهه ڏيکاري. هنن
مظلوم عورتن ۾ لتا کي ماءُ جو روپ نظر اچڻ لڳو.
انهن جي ڳوڙهن ۾ ماءُ جي لڙڪن جون لڙيون نظر
اچڻ لڳيون. هو لڙڪ اُگهندي هئي. هن انهن چهرن
تي مرڪ آڻيندي جڏهن مرڪ ۾ هوءَ ماءُ جي مرڪ پسڻ
لڳي. لتا پرام ماءُ کي سپنا ۾ ڏسي ٿڙڪي اٿي. هن
کي پوري رات ننڊ نہ آئي. هوءَ سوچيندي رهي
پنهنجي خون ممتا سان ڏاڍائي ڪئي. هوءَ صبح
جي انتظار ۾ هئي. پرام ماءُ جي صدمي پلاٽڻ ۾ ڪيس
مدد ڪرڻ جي فڪر ۾ هئي. هوءَ پرام ماءُ ۾ آتم وشواس

جاڳائڻ لڳي - اهان زندگي جيئڻ لاءِ آهي. ٻرهم ماءُ
کي هدر جي مرڪز ۾ ڪم ڪندڙ انهن عورتن سان
ملائيو. جهڙي زندگيءَ مان مايوس ٿي جيئڻ لاءِ
ڪم ڪرڻ لڳيون. غم ڀلائي زندگيءَ سان نڀائي
رهيون هيون. جڏهن انها ٻرهم ماءُ کي انهن عورتن
سان ملايو ته هن جي ذڪر جو احوال ٻڌي هنن جا چهرا
سمجهندا ٿي ويا. انها شايد اهو ڀلجي ويئي هئي ته
زندگي گهارڻ ۽ ماڻڻ ۾ وڏو فرق آهي. هن ڪڏهن
ڪنهن کان چاڻڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي هئي.
پر اڄ انهن چهرن پنهنجان سمجهدگي چاڻڻ جو هن پهه
پڇايو.

انها ٻرهم ماءُ کان پوءِ انهن جي زندگيءَ جا ورق
ورائڻ چاهيا. انهن جي زندگيءَ جي ناول جا
باب پڙهڻ چاهيا. ڪردارن جي مايوسي ۽ نا اميدي
واري سفر ۾ هم سفر ٿيڻ چاهيو. جن لاءِ هن اڄ
تائين صرف ان وقتن جي روئي ڪافي سمجهي هئي.
انهن جي ماضيءَ ۽ زندگي جي حادثن چاڻڻ جي
ڪوشش نه ڪئي هئي. چهرن تي صرف نهراءِ ڏٺو ان
پنهنجان غمن جو کهڙو اٿاهه ساگر هو تنهن ٻاري ۾
چاڻڻ جو ڪڏهن ڪنهن سوچيو .... اڄ الائي ڇو انهن
سان گڏ وڃي رهي. نه چاهيندي به شخصي زندگي
چاڻڻ جي اڪير ۽ لالسا پيدا ٿي. جڏهن ٻرهم ماءُ

پنهنجي درد جو داستان بيان ڪيو ته اُنهن جي اکين مان آب ڇلڪي پيو.

هيءَ آهي دادي اُرملا .... جملي پوري ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي اُرملا اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. وشواس گهاٽ.... مون سان وشواس گهاٽ ٿيو آهي. هن پنهنجي زندگيءَ جي ڪتاب جا ورق ورائي ڇڏيا .... سڀني جون نظرون سندس چهري تي کُپي ويون.

”اُمڙ ۽ بابي جي گذاري وڃڻ کان پوءِ مون ڀائُرن کي ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان پاليو. اسان جي عمر ۾ ايترو فرق ڪونه هو، پر مون وڏيءَ ڀيڻ واڱر نه بلڪ ماءُ واڱر هنن جي سار سنڀال لڌي. پنهنجون خوشيون هنن مٿان قربان ڪيم. ڀائُرن جي لائق لڳڻ ۽ گهر آباد ڪرڻ لاءِ مون زندگيءَ جي سفر جي همسفر کي پيچري بدلڻ لاءِ مجبور ڪيو. ڀاءُ جي مٿي تي مُڪٽ ٻڌڻ جي ارمان ۽ خواهش لاءِ مون زندگيءَ جو هي بها سرمايو وقت جي ڌارا ۾ لوڙهي ڇڏيو. پر شاديءَ کان پوءِ زال جي چوڻ تي مونکي روٽي ٽڪر لاءِ محتاج ڪيو.... ڀاڀيءَ جو چوڻ هو ته مان هنن جي سکي سنسار ۾ رڪاوٽ آهيان. ڪالهه پوري زندگيءَ ۾ ڪنڊو آهيان. هڪ ڏهاڙي ڀاڀي ڀائُرن کي ڇڏي رهي هئي..........

"پاڻ ته شادي ڪانه ڪئي ائين اهيءَ ڪري
اسان جي خوشين ۾ اُڀي آهي. مولڪي ته اصل هن
جي نظر ئي نه ٿي وڻي. اسان جي سکي سنسار ۾
پيار کي نظر لڳائيندي."

نرملا روئندي چيو - ڀڳوان ساکي آهي مان هنن
جي پيار ۾ اڙهي ڪوانه هيس. مولڪي وڪڻ لئي
طعنا هنيا ويا. ڏائڻ ۽ منحوس ڪوس
جا خطاب ڏنا ويا .... اهڙيءَ پاڳل سان ڪيئن لائون
لهندو. مون پنهنجي زندگي سؤلي ڪري پاڻوءَ
جي سيج سجائي .... اگر مان پنهنجي ذات پري
زندگيءَ جو بيان ڪيان ته ڏونگر ڏري پون.... مون
کي ڀه مات اچي وڃي.

نرملا جي والدان رڙ ڪري وئي. الله ڙي !!
جنهن پٽ پنهنجي زندگيءَ جون خوشيون قربان
ڪري سندس زندگي سنواري تنهن پٽ ڪسي زال
جي چوڻ تي در در جون ٺوڪرون کارايائين.

ها زال جي چوڻ تي مولڪي پنهنجي ٻئيءَ گهر
مان ڪڍي ڇڏيو. سنڌا جو سمو ڪسي بازاري حسن
جي رونق بڻائڻ چاهيو. منهنجي ماڻي جسي ماٺ
نڪن تي ورتل عورت جسون خواهشون پوريون
ڪرڻ لاءِ - نرملا ڏيندي اوهين اگر سهارو نه ڏيو ها ته

مان هر ايندڙ رات سان لٽيل سيج سجايان ها ۽ هر
اٿڻ صبح سان اڀرڻ سان ضمير جي جاڳڻ لئي چڪيا
لئي چڙهان ها. ان ڪشمڪش ۾ ٻنديءَ جي ڌڙڪڻ ۾
وڃان ها ڦاسندي .... اڄ ٿيءَ مدت ڪش سيئتا سيئتا
نه هجي ها پر .... پر سيئتا سڌ کا ٻري روئڻ لڳي.

نعا جون اکيون ڦاٽي ويون، ڏندن ۾ آڱريون
ڏيندي چوائين اي ڀڳوان! اُن نيچ عورت ڪري
ٻنهي اولاد، جگر جي ٽڪڙي ليلاٽيءَ کي الڳ ڪار
۾ ڏڪڻ چاهيو.

پرڀاتم ماءُ چيو ها پٽ صرف عورت لاءِ .... مرد
جي اکين لئي پڙدا چڙهي ٿا وڃن ۽ ٻوه ڏيءَ پيڻ
جو لحاظ ۽ ديد لئي اسان تي رهي. اهو پهرين وارو
زمانو نه رهيو آهي. گڏيل ڪٽنب جو ويچار ٽٽي
رهيو آهي.... اڄ اسين پاڻ کي اڳي کان وڌيڪ تعليم
يافته، ترقي پسند ۽ مهذب پالئيون ٿا.... پر انسان جي
زندگيءَ جا ملهه ۽ اخلاقي قدر وڃن ٿا ڪرندا.

اها رات نعا اي آراميءَ ۾ ڪروٽ بدليندي
گذاري ۽ هوءَ سوچيندي رهي. اڄ ڏينهن ٿائين هن
اهو پالئيو هو ته هن اي سهارا مظلوم عورتن کي سهارو
ڏيڻي ڳوڙها اگهي ڇڏيا آهن. سکي روٽي ميسر ڪئي
آهي .... پر نه .... نعا پاڳل هئي. هن ان وقتن لاءِ روٽي

ته مونسر کٿي پسر دکي، درد، اندر جا گهاو ته
پري سگهي ۽ نه ٿي اهي گهاو پرٽا هئا- هڪ عورت
جي پنهنجي پاڻ سان بي عورت جي زندگي جو داغ ....
سڙدو ... ڪنهن هڪ جي زندگي اڌوري — عذاب ....
لڙڪ ۽ مرڪ جو سڙدو .... ٽورو اڻ پورو.

ٻئي ڏهاڙي صبح جو جڏهن اشوڪ انيتا وٽ آيو
ته انيتا جي اکين ۾ نهاريندي چيائين - انيتا لڳي ٿو
ٿون پوري رات سوچيندي رهي آهين. رات
جاڳندي ڪاٽي اٿيئي. ٿنهنجون اکيون ٻڌائي رهيون
آهن ته تو اهڙ ڪاڻ ڪٿي آهي. اسان جي ويچارن
۾ ڪيتري نه هڪ جهڙائي آهي - مون پنهنجي
فيصلي کان ماٿن کي آگاه ڪيو آهي. هاڻي اسان
کي هو الڳ نه ڪري سگهندا. منهنجي زندگي ٿو
بن اڌوري آهي، اڻ پوري آهي. مان تو لاءِ هرڪا
ڳالهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. سڀ ڪجهه ٿياڳيندس.

انيتا اشوڪ جي چهري طرف نهاريندي چيو ....
اشوڪ سڀ ڪجهه ٿياڳيندين؟

ها بلڪل! مونکي ٿون کپين. انيتا صرف ٿون!
مت، مائٽ خاندان سڀ ڪجهه ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان.
ٿون زبان مان هڪ اکر نه ڪڍ. پنهنجي خواهش
جو اظهار نه ڪر.

اشوڪ تون جذباتي ٿيندو رهيو آهين.
نشا، جذباتي ٿيڻ جو سوال نه آهي. مان سڀ
ڪجهه ڇڏڻ لاءِ تيار آهيان.

سڀ ڪجهه ....... ؟

ها، سڀ ڪجهه.

تنهنجي ماءُ ؟

ها، امان کي به.

ماءُ کي به تياڳيندين ؟

ها اهو منهنجو فيصلو آهي، امان کي به ... صرف
تو سان زندگي گهارڻ لاءِ مان هر چيز تياڳيندس.
زندگيءَ جي ان راهه لاءِ .... ميلاپ لاءِ .... جنهن ميلاپ
لاءِ مان مدت کان وٺي تڙپندو رهيو آهيان، ان
حسين راهه جي تمنا ۾ تڙپندو رهيو آهيان .... نشا
ان کان پوءِ دنيا ۾ سڀ اُجري نه اُجري. مونکي ڪنهن
جي پرواهه ڪانهي.

نشا ٻه قدم پٺتي هٽندي چيو، "اشوڪ مان تو سان
شادي نه ٿي ڪري سگهان."

"نشا! هي تون ڇا چئي رهي آهين."

اهوئي ته مون وٽ تو لاءِ ڪا جاءِ ڪانهي.

هيءَ سزا ڪهڙي ڏوهه لاءِ؟ منهنجو گناهه؟؟

"گناھ! تنھنجو سڀ کان وڏو گناھ اھو آھي تہ
جڏھن ماءُ توکي ڏھہ مھنا پيٽ ۾ سانڍيو، اوجاڳا
ڪري تڪليفون وٺي جنم ڏنو، پاليو، نپايو تون ان
ممتا جو تہ گلو گھوٽي پيار جي سيج
سجائڻ تو چاھين. ٿيو جو قرض چڪائڻ بدران پيار
جو تاج محل اَڏڻ تو چاھين. صرف ان رات لاءِ ....
ميلاپ لاءِ .... افسوس مان اھو ٿي تہ نہ ٿي چاھيان.

منھنجي دل جا دروازا تو لاءِ ھميشہ ھميشہ لاءِ
بند آھن. سھاڳ رات جي سيج جي قيمت ماءُ جي
ممتا کان وڌيڪ نہ آھي. ھتان ھليو وڃ. اِتا منھن
موڙي ڇڏيو.



# ڳڏي ڪريما

ننڍي هوندي کان ئي امڙ جي واتان اکثر "ڪڏي ڪريما" جو نالو ٻڌندا پيا اچون. اگر ڪنهن سکڻ وانگر ڪجهه گهريو ته امڙ جي واتان ازخود لفظ نڪرندو وڃن "آهين ڪا ڪڏي ڪريما." بس اسان ٻه ڀائرن ۽ ڀيڻن هڪ ٻئي تي نظر رکڻ شروع ڪئي. اگر ڪو ڪنهن شيءِ ڪار لاءِ اتاولو ٿيو ته شروع ٿي وڃون "آهين نه ڪا "ڪڏي ڪريما". جڏهن اهو لفظ عام ٿيو ته ان پهاڪي جي معنيٰ ڄاڻڻ لاءِ دل ۾ تمنا پيدا ٿي. هڪ ڏهاڙي اصل امڙ کان ان پهاڪي ۽ تخلص ڄاڻڻ جو ٻه پڇيو. امڙ اوهين اهو جملو ڇو استعمال ڪندا آهيو. امڙ وراڻيو، لال هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن مان ننڍين شادي ڪري شهداد ڪوٽ آيس. گهر ۾ ڪريما نالي مائي ايندي هئي. ٻئي گهر گهر ڪندي هئي. انهن نه ڏٺي جا ڏنل ڳنڍ هيس. ٻنهين نهيدار هوس، ٻر

انسان عادت کان مجبور هن جي گهر گهر لئي وڏي
اميءَ کي ڪاوڙ لڳي هڪ ڏهاڙي امي ڏٺو ته ڪٽيءَ
۾ مکڻ وجهي کائي رهي هئي. ڪريما چيو - آئي اڄ
منهنجي طبيعت ڪجهه. ٻولي پئي لڳي سوچيم گهر
وڃي ڪٽيءَ ذرو تيار ڪري کائيندس. وڏي اميءَ
کي ڪاوڙ لڳي ته ڪٽيءَ لاءِ ڪٽڙا کٽي رهي آهي.
دل ۾ پڪو، ٻچايائين ته اڄ ڪريما کي ڪٽي ڪانه
ڏيندس. ڪريما کي ته ڪٽيءَ کان ٻچايائين پر
باط ٻمت جي سور کان ولهي وئي. چيائون ان مئيءَ
"ڪڏي ڪريما" جي نظر لڳي آهي. بس، ان
ڏينهن کان "ڪڏي ڪريما" وارو پهاڪو مروج ٿي
ويو.

ڪڏي ڪريما جي ڪذاب واري عادت لـي
سوچيم وڏا کي اهڙا ڪوڙ آهن. انهن جي نگاهه
اهڙن جيون کي پرکي وٺي. گهر ۾ ان پڪو اچي ٻـا
ڏڻ وار جي ڪا شيءِ هجي، ته موريءَ جا پوٽيندا
يا وري مهالڪشميءَ جا سمع پوڙا يا وري اڪڻ ٽيڄ
جا وڇڙا، دلا ولگيون وغيره ڪريما جو حصو ضرور
ڪري. پوءِ ته پنو شوراريءَ جي پرن ۾ ٻـه اڪـ
انگيو وڃيس ۽ پڊي ۾ شراڌن جي سوري کي ڏسي
چين لي جيب ضرور ڦيرائي. شراڌن جي انگوڇن

ماءُ ڪريما جو حصو ضرور رکي. پيءُ کي پيءُ گهڻن
جا ماڻهو به نه ڇڏي. چوي گهرائي توهان جون ڳالهيون
ايڏا ماڻهو کائيندئو ته پيارن جو پيٽ کي آڙوڙي
پوندو، پر ٿي ماڻهو کڻي وڃي گهڙيءَ کي کارائيندس.
ڪريما جي ان ڪتاب لي چڙ لڳي پر ڪڏهن کل
اچيو وڃي.

هڪ ڏهاڙي امڙ ڇيو پارو توهان کي ته خبر آهي
اوهان جو ڏاڏو وڏو حڪيم هو. هڪ ڏهاڙي ڪين
ڪک لاهيندي ڏٺائين. ڇيائين مٿو ڏاڍي سمجهي ٿي
پئي آهي ڪو ڪک وغيره هجي کي ڏيو. پس،
اوهان جي ڏاڏي جو پارو چڙهي ويو.

امڙ ڇيو ڪريما جي ان علت کي ڏسي مون کي
اهو سبق مليو ته ٻارن جا ڪي سوڌي پيٽ پرايا هجن.
ڪتائين نه ڪن. انهن لي ڪڙي نظر رکڻ شروع
ڪيم کي متان ڪڏهن ڪريما واري عادت پوين؟
پوءِ ڇڻن ڇگن اڳيان ڪڏهن ڪڍڻ مشڪل ٿي پوي.
مجال جو ٻار سکڻن وانگر دل ڪن. امڙ جي ٻارن
لي ڪڙي نظر.

ڪڏهن ڪريما جي قصي ٻڌڻ کان پوءِ اسين
به خبردار ٿي وياسين ڪٿي ڪڏهن ڪريما جو لقب
نه ملي. ڪڏهن ته مٺي پر واڇار ايندو هو ته واڇاري

ڪرڻا کي هروڀرو انهن ڪري بدنام ڪيو ويندا آهن.

امڙ کي ڪنهن ڪرڻا جو وهنوار ڪيترو ڪٺڪيو هوندو، اها ڳالهه امڙ ئي محسوس ڪري سگهي ٿي. پر هو چوي ٿي ته ”جو ٿن لڳي سو ٿن ڄاڻي“. اوهان کي ڇا ٻڌايان. اڄ مان به ڪنهن ڪرڻا سان منهن مقابل آهيان. هيءَ اها سنڌ واري ڪنهن ڪرڻا ته نه آهي. پر اڄ جي جديد دور جي، غريب ۽ گوناڳون ته نه پر چڱي چوکي گهر جي شهري پڙهيل لکيل. ڪجهه ڏهاڙا اڳ مون ڪنن ۾ ٻه پيا ٽنگ ڪرايا. امڙ ڪنن ۾ ٻه پيا ٽنگ ڪرائڻ تي ناراض ٿي. ڏمرجي وئي. وري پيا ڇو ڪن ٽوپايئه؟ هڪڙن لاءِ جهومڪ ۽ ڦليون ولي ٻئي ڪيا الئي ڇترا پائين ڪانه صرف وڃي ٿي ڳڻ ڪندي. هاڻي جهڪي مون واراون هيرن جون ڦليون آهن سي اڳ ٻوه پائي ڇڏ. گهڙي گهڙي لاهه پاهه نه ڪر ۽ هڪدم ڦليون ڪڍي پائڻ لاءِ ڏنائون.

بس، اوهان کي ڇا ٻڌايان جيئن ئي ڪوشش ڪنن ۾ اهي ڦليون ڏليون ته هڪدم ڪنن ۾ همت وجهي ڇمائين واهه جون ڦليون الئي. منهنجي ته رڙ نڪري وئي. الله ڙي مري ويس ڪن ڳا سور ڪن، اڃا ڇاڪي ٽوپايا آهن. ڏاڍهن ڪوڪ تي مس وجهي

ڪنهن مان همت ڪڍيائين. سو ڪري اکين ۾ لڪ مان
ٻاهر وهڻ لڳو. حالانڪ ڪيس مولڪان سنهون قليون
نهون ٿيون. ٻئي ٻانهن ۾ چوڙا ڏسي ڪري ٻانهن کي
سٽ ڏيئي اکيون ٽمڪائيندي چيائين مومل گهڻن
ڏولن جا ٽيئي؟ مون وراڻيو ڪوڙا آهن. ماڻ ٿي
وئي. هڪ وار هڪ دڪان تي ويٺو هو. ٻيڙيو
جون مشغوليون ۽ وقت جي ڪمي منهنجي هار
سينگار تي مدتن ڌيئي ڇڏيو هو مان ٻه، وڻ سمت
ڪري اهڙن موقعن تي مشغوليون مان ڪي گهڙيون
ٻاهر لاءِ چورائي تي وٺان. پس هٿن ۾ چوڙيون پيرن
۾ ٻانڌڻ (گهرايون) ڪنن ۾ ڇيڙا ۾ مرليون ۽ اهڙن
جڙيل جهومڪ ۽ هار مڻيان وري وڏي چاڪوڙ سان
همٿ ڪيل اڇو گلاب جو گل. منهنجو ٻاهر کي
آئيندي ۾ ڏسڻ ۾ مصروف هوس ته ڪوشيءَ اچي
ٺهڪو ڪيو. موڪي ته اصل ڦڦڙي ٻڌي وئي
ٻڪدم پير ۾ اچي نه ڪيائين هر نه ته ساڙهيءَ کي
ڪري سٽ ڏنائين. مون پڙ وچان رڙ ڪئي الله ڙي!
ساڙهيءَ جا چڱ خراب ٿي ويندا. چٽ چيائي ساڙهي
ٻاهران ۽ وري ڏهه نه ٻڌون ٺڪايان. گهر واپس ورڻ
تي ٽڪجي ٽڙجي قانوه تي ڪري ٻوان چڱ ڪا
ڪوڏر هڻي هجم. منهنجي ساڙهي ٻاڻڻ چڱ غراب
جي شادي. منهنجي ڏاڍهن لي ڪلي چيائين خبر الم

خبر اٿم توکي ساڙهي ٻڌڻ ڪونه اچي، تون جنهن جي ملڪ سنڌ
۾ پڙدي واري ماحول ۾ رهين. تون پهرين سلوار ڪڙتا.
ڪر ته خبر هجيئي. ساڙهي پيور سلڪ جي آهي ڇا؟
مون چيو نه، آرٽيفيشل. ڪار ڪمپيٽيشن سٺا لڳا ڪري
ورتم. هر ڀيرو ايتري مهانگي ڪالهي جيتري تون
پائين ٿي. منهنجو هار سينگار جاري هو. نيل پالش
ڏسي چيائين امپورٽيڊ آهي ڇا؟ مون ورائيو - هتان
ئي ورتي آهي. لپسٽڪ؟ ته هتان ئي ورتي
آهي. رڙ ڪري چيائين ته الي! Shade ته ڏاڍو
سٺو آهي. مون موقعي ۾ ڪڏهن ڪو ورتو. اچا پرفيوم
جي بوتل ڪيئي لڳائي رهي هئس ته ست ڏيئي
پنهنجي مٿان ڪٺي ٻرڪيائين. مون رڙ ڪري چيو،
بس بس اها ايتري نه لڳائجي آهي. ڪوشي توري....
توري.... پورو ڪمرو خوشبوءِ سان معطر ٿي ويو.
مان دل ئي دل ۾ روئندي رهيس هڪ ته پاڻ اين
اپالي سالن ولائت مان اچي ته هڪ اڌ بوتل ڪٺي
اچي مان ڪنجوسي ڪري ٿورو ٿورو لڳايان. دل ۾
پيا حسن پيا حسن ڪيم. اصل منهن ئي لهي ويو.
ڪوشيءَ ڪي مون لي ڊپا نه آئي. چهرو لٿل ڏسي
چيائين خبر ته آهي اڄ ڪنهن جي قتل جي واري
آهي. محترم الله جائي ڪيترا خدا جا ٻندا هوش
حواس وڃائي ويهندا. دل ۾ چڪ ڪاڻيندي چيم.

پاڻياٺي دل ۾ دٻيا ڏار، منهنجو مذاق اڏائي رهي
آهين، گهڻا گهايل ٿيندا؟ ٻئي پريشر تي ڪنٽرول
ڪندي دل تي پٿر رکي چيم اڄ تائين ڪنهن کي
گهايل ڪونه ڪيو آهي ۽ نه وري ڪرڻ جو ارادو
آهي. اهي بيڪار جا ڪم ڪونه ڪريان. اڃان جملو
پورو ٿي ڪونه ڪيم ته موٽ ڏيندي چيائين بيڪار
جا ڪم؟ گهايل ڪرڻ بيڪار جا ڪم آهن. بيڪار
جا ڪم ته تون ڪاڳر ڪارا ڪري ۽ هي سوشل
سروس جا ڪم ڪري رهي آهين. جنهن مان نه ڪي
وري نه ڪي سري. اجايو وقت وڃائي رهي آهين
زور سان ٺونٺ هڻي ٺهڪ ڏيئي چيائين چريءَ چري!
منهنجو ته سندس ٺهڪن تي پارو چڙهڻ لڳو. مون
جيولري باڪس مان موتين ۽ هيرن جڙيل جهومڪ ۽ هار
ڪڍي پائڻ شروع ڪيو. منهنجي هار پائڻ تي ڪوشيءَ
جون اکيون چمڪي اٿيون. اڙي واه هيءَ سيٽ ڪٿان
گهرايو اٿيئي؟ مون ورتو بغداد مان.
بغداد جو نالو ٻڌي اکيون چمڪي اٿس ۽ وري
چيائين هيءَ سيٽ هيرن جي اٿيئي. مون چيو ته
آفريڪي ڊائمنڊ جي آهي. ڏاڍا مهانگا هوندا؟ مون
چيو ها پر هيرن جي قيمت ۾ گهٽ. کلي چيائين
اڄ ته بغداد جي بصري جي حور ٿي لڳين.
ٺوڪي خبر آهي شاهه جهان ممتاز محل جي ياد ۾

تاجمحل ٺهرائڻ وقت بغداد مان يعقوب، عقيق، موتي
۽ قيمتي پٿر گهرائي تاجمحل ۾ جڙايا هئا.

جهونڪن ۽ هوا لئي نظر وجهي آئيني کان ڪجهه
جاءِ لئي چاهيو ان وچ ۾ ڪوشش ته ڪئي هم نــ
ڪئي ٿم هار ۾ ڪري هٿ وڌائين. موتين جون
لڙهون ٽٽي پٽ پيون. منهنجو تاجمحل واري جي
ٻاهر والڪرو ڊهي پٽ پيو. مان بغداد جي موتي، يعقوب
گوميد سان جڙيل جهونڪ ۽ هوا ٻائي ٻنهنجي شاه جهان
اڳيان و جان وڃان ٿنهن کان اڳ ٿي ڪوشش منهنجي
مستقبل جي عظيم يادگار تاجمحل اڏجڻ کان ٻهرين ڊاهي
پٽ ڪيو. مان ماضي ۾ موٽي واپس، مون ان
وقت "ڪلڏي ڪريما" کي ياد ڪيو جيڪا اڄ
ڪوشش جي روپ ۾ منهنجي اڳيان موجود هئي.

# اڄ ڪُلهون اکيون

نئين صبح جي آمد .... ... اُسر جو ويلو ...... ديوي
ديوتائن جو ويلو ... اُسر ويلي اهڙو منظر .... اڄ ڪلهين
اکين جو ساڳ ذهن ڏنو .... عجيب منظر ..... ويا ڪل
من .... احساس ... جذبات .... اڳ ڪائنات جي ويا ......

هڪ عورت جي جسم مان سڄون ٽمڪي خون جا
قطرا ٽپڪي وارا ... عورت ابال ... لاچار .... مجبور ...
بي سهارا ... اي ڀڳوان ڪير آهي .... هيءَ عورت ...
جنس عورت جي اها درد ڀري ڏسي منهنجي والان
دانهن ڪئي هن ابلا تي اهاچار ڇو ٿيا ڪن. منهنجي
اندر دانهن تي مٿر؟ مٺي آواز جو جواب - هيءَ
منهنجي ماءُ آهي.

منهنجي ماءُ!

ها! منهنجي جنم ماءُ .

منهنجي جنم ۽ منهنجي قريب آهي.

منهنجي ماءُ کي اگر ڪنهن همٿ لاهي ته مان ان
جو موچڙن سان دون پٽي ڇڏيان ۽ ان جو چهرو
بدصورت بڻائي ڇڏيان. مان ان جون اکيون ڪڍي
ڇڏيان. مان ان جو خون ڪري ڇڏيان.

مٺو آواز چيو- تون ان عورت کي نه ٿي سڃاڻين.

نه مان ان کي بلڪل نه ٿي سڃاڻان. مونکي ته
هن بيهس انسان تي رحم پيو اچي - ۽ هي ڪهڙا ماڻهو!
....جيڪي ان وحشي عمل ۾ شريڪ ٿيڻ کان انڪار
ڪري رهيا آهن. منهن موڙي بيهندڙ مرد - ۽ دامن
ڇڏائي ڀڄڻ وارين عورتون - اهي - باغي آهن.

باغي !....

ها - اهي مرد ۽ عورتون باغي آهن. هن عمل
خلاف بغاوت ڪرڻ وارا - زماني سان قدم ملائي
هلڻ کان انڪار ڪرڻ وارا .... ديوانا .... تون انهن جي
دردشا نه پئي ڏسين - تنهنجي اکين آڏو آهي. خون
پيئڻ کان انڪار ڪري منهن موڙي ڀڄڻ وارين
عورتن جي چهرن ۾ همٿ وجهي انهن جون چادرون
لاهڻ - انهن کي بي آبرو ڪرڻ ۽ .... ۽ ٻئي طرف منهن
موڙي انڪار ڪري بيهندڙ باغي مردن کي مارڪٽ،
لعنت ۽ انهن جو منهن ڪارو ڪرڻ.

انهن مردن ۽ عورتن جي اها دردشا ڏسي منهنجي
واتان رڙ نڪتي - هي مرد ۽ عورتون باغي ته نه

آهن - پر .... پر اهي مهذب، نيڪ ۽ لاچار، خدا جا
بندا آهن.

منهنجي ان ردي عمل تي مٺي آواز جي ٽهڪن
جي مٺي جهنڪار سان وايو منڊل گونجي اٿيو. مٺو
آواز چئي سڀ انهن لئي چوندا آهن. تون ته اکيون
پوري ڇڏ. منهنجي ماءُ کي نه ڏس. پيٽ ڏيئي انهن
ڪولي درندن کي کون ....
منهنجي ماءُ !!!
ها !
هي درندا منهنجي ماءُ جو خون پي رهيا آهن؟
تون جيجل کي ڇڏائين ڇو نه ٿي؟

او چٽو چنڊ جي ڏشائن ۾ روشني ٿي روشني، چارون
طرف نُور ڦهلجي ويو - فضا خوشبوء سان معطر ٿي
وئي - اتر ڏشا مان آواز آيو - اهو ئي ساڳيو مٺو
آواز - ڏس ڏس هن طرف ڏس، منهنجي سرڳي
اچي وئي آهي. جيئن ئي نگاهه ڦيرايان ته اکيون
چرخ ڪندڙ منظر .... ومان تي هيرن جواهرن جي
زيورن سان جهنجهيل هڪ حسين عورت ....

منهنجي واتان بي ساخته دانهن نڪتي - الله!
پري .... پري هيءُ مٺو آواز ڪنهنجو هو؟

سندرتا جي ديويءَ مسڪرائي انڪار ڪندي چيو

ڏ- منهنجي ساهيڙيءَ جو ۽ مڙي ڪري هنس تي سوار
سرسوتيءَ طرف اشارو ڪيو.

هن چيو ماءُ کي نـــه ڇڏائيندين. آهه. ساڳيو مڌر
آواز.... وايو منڊل ۾ هڪ ڀيرو وري مڌر جهنڪار....
ماءُ کي نه ڇڏائيندين .... آواز جو پڙاڏو .... ماءُ کي
نه ڇڏائيندين... ماءُ... ما... ءُ.... ءُ.... منهنجي ماءُ؟
منهنجي ماءُ ته منهنجي پر ۾ آهي.

اڙي، تون هن کي سڃاڻي نه ٿي سگهين؟

مان اهو نه ڏسي رهي آهيان ته ڪوئي درندا اُن
مظلوم عورت جي لهوءَ جي بوند بوند پيـــئي رهيا
آهن.

مڌر آواز جي هڪ ڀيرو وري گونج.... ماءُ کي نـه
ڇڏائيندين !!!

مان !

ها !... تون !!!

مان اڪيلي آهيان اڳـــ۾ ئي اهي وحشي درندا
انڪار ڪرڻ وارن جي بري دردشا ڪري رهيا آهن
۽ عورتن کي بي آبرو ڪري رهيا آهن ۽ مان.... مان
پلا بين جي باهه ۾ ڇو ٽپو ڏيان .... مان ته ڪمزور .... ۽
اڪيلي عورت آهيان.

منهنجي ان جواب تي هنس تي سوار مـڌر آواز

واري سمنڊ ڏاوي، هنن جواهرن سان ڀريل ٻيڙي طرف موڙي ڇڏيو — هيءَ آهي منهنجي ساهوڙي لکڻي .... ڏس سان لنهنجي ڪهڙي اي مدد ڪريان. ها هميشه لاءِ ته لنهنجي مدد نه ٿي ڪري سگهان، في الحال هن مظلوم عورت جي جيئرن مان جان ڇڏائي رهي آهيان.

مان گوڏن ڀر جهڪي ڇڏيو — ڌڻي آهين ديوي تون.

ان ٿي هن ورائيو- مان توهان کي هڪ صلاح ڏيندس پنهنجي مدد پاڻ ڪريو، ته بهتر ٿيندو .... لکڻي اهو پنهنجو هار نه ڏجانءِ.

۽ ڏسندي ئي ڏسندي هيرن ۽ موتين سان ڀريل هار ٽوڙي داڻو داڻو ڪري زمين تي قيمتي هيرا جواهر ڦٽا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ اک ڇنڀ ۾ ان عورت جو خون پيئڻ ڇڏي ڪري وحشي ديوتا هيرا جواهر چونڊڻ ۾ ائين لڳي ويا جيئن رامائڻ ۾ بيان ڪيل منظر. جنهن ۾ سيتا جي راوڻ طرفان هرڻ ڪرڻ تي سيتا ماتا طرفان پنهنجا گهڻا ڦٽي ڪرڻ تي وانر سينا زيورن چونڊڻ لئي ڀرٽجي پئي.

ڏسندي ڏسندي اکين آڏو منظر بدلجي ويو - ان مظلوم عورت جو جسم جيئرن جي خون پيئڻ ڪانءِ

پوءِ انهن ئي وڏو هجي جهڙن انسان جي جسم تي
جهورن لڳڻ کان پوءِ خون وهڻ کان پوءِ جهورن جا
نشان رهجي ويندا آهن - اها عورت ننڍال تي
ڪنجهڻ ڪرڻ لڳي - ٻئي طرف آهستي آهستي
سج جي لالاڻ کي چمڪندڙ تيز روشنيءَ ڍڪائي
ورتو.

؟ ............... ؟ اِن تيز تکيءَ روشنيءَ اُن واڳو مدبل
کي ٻه اندر سمائي ڇڏيو ............... مڇهڻو ن
" اَڌ کُليون اکيون" ٻه ريون ڪلي وڏون .

# وحشي ڪبر ؟

اعجاز ايماندار، رحمدل ۽ نيڪ انسان هو. قسمت جي مار، وقت جي ڏاڍ ۽ زماني جي گردش هن جا پيءُ ماءُ، مال ملڪيت، ٻهون ٻار، تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيا. پوءِ جو قدرتي قهر پوري ڳوٺ تي نازل رهيو. حالات ۽ وقت سان مهن ڏيندي هن همت نه هاري ۽ پنهنجي محنت ۽ مشقت سان روزي روٽي ڪمائڻ لڳو. نه صرف ايترو پر هن پنهنجو اُجهڙ ٻيهر آڏيو. ان ننڍڙي خوبصورت آشياني جي ملڪاڻ هئي سندس گهر ڌياڻي روبينا ۽ اڱڻ ۾ ننڍڙو نازڪ ٻوٽو سندس معصوم ڌيءُ شبنم. اُن خوبصورت گلستان جو مالهي پاڻهي هو رکوالي ڪرڻ لڳو. انهن ۾ نه روبينا ڪا حسن دوشيزه نه هئي ۽ نه وري ڪو اعجاز حسن جو پوڄاري يا شيدائي. هو خدا ترس نيڪ ٻندو هو. روزي روٽي ڪمائي پنهنجي شريڪ حيات جي حوالي ڪندو هو. اعجاز محل ماڙين جي خواهش کان دور، ماضيءَ جي اونداهي دور کان دامن ڇڏائي

مستقبل جي شمع روشن ڪرڻ لاء محنت مزدوري
ڪرڻ لڳو. رب جي رضا تي راضي رهي، مالڪ جا
شڪرانا مڃڻ لڳو.

ٻئي طرف روبينا جي سوچ ۽ نظريو الڳ هئا.
هوءَ هر وقت اعجاز کي ماضيءَ جي ياد ڏياريندي
رهندي هئي - "اوهان جي وڏن جي ڪيتري نه
ملڪيت هئي ۽ اڄ اسان وٽ ڪجهه به ڪين آهي."
اعجاز کيس سمجهائيندي چوندو هو- "روبينا وڏن
جي ملڪيت وڏن سان وئي. ڪير ڄاڻي سڀاڻي ڇا
ٿئي. بادشاه فقير بڻجي سگهي ٿو ۽ فقير بادشاه"

روبينا کي اعجاز جون اهي نيڪ صلاحون بلڪل
ڪين وڻنديون هيون. هن جي من ۾ چوويهه ئي
ڪلاڪ محل ماڙين جا خواب وڌندا ويجهندا هئا.
اڃان نه روبينا جو واسطو تمام غريب گهر سان هو
پر هوءَ هميشه دولت، شهرت ۽ شهري زندگيءَ لاء
بي چين هوندي هئي. هن اعجاز جي ننڊ حرام
ڪري رکي هئي.

هڪ ڏهاڙي هن اعجاز کي چيو- "ڇا ڳوٺ جي
هيءَ زندگي به ڪا زندگي آهي. منهنجو نه گهر جي چار
ديواريءَ ۾ دم پيو گهٽجي. الله ڄاڻي هن گهٽ
سهولت واري ماحول کان ڪڏهن نجات ملندي. چادر

۽ چار ديواريءَ اندر قيد ڪري مونکي تہ توهان
اهڙي برقعي واري بڻائي ڇڏيو آهي. زمانو ترقي ڪري
ويو، اسين آهيون جو جهونين پٺت رسمن کي چنبڙيا پيا
آهيون. نہ ڪڏهن وقت اچ نہ وڃ. صبح شام رڳو پيٽ
ٽڪر جو فڪر. پيٽ ڪاٽي پيٽ ڪاٽ".

اعجاز چيو - "روبينا، وڏڙن جو ڳوٺ جي وڏيري
سان دعا سلام هو. اٻن ڏاڏن کان وٺي هڪ ٻئي
کي سڃاڻون. تون انهن جي ٻارن سان ملڻ هلي
ويندي ڪر. ملڻ ڪرڻ سان واقفيت بہ ٿيندي ۽
هن ماحول کان ٻاهر نڪرڻ ٿي تنهنجو من بہ لڳي
ويندو. منهنجو نہ پنهنجي ڌيءَ سان ڳالهيون ڪندي
ٿي وقت گذري ٿو وڃي".

اُن تي روبينا چيو - "اوهان ڪم سانگي گهر کان
ٻاهر نہ نڪرو ٿا پر مان ڪيڏانهن وڃان ؟"
"تون بہ مون سان گڏ معصوم شبنم جون پياريون
پياريون لاليون ويهي ٻڌ".
اعجاز ۽ روبينا ۾ روز اهڙي ڳالهہ تي تڪرار ٿئي،
پر اعجاز مسڪرائي ڪن لاتار ڪري ڇڏي. وقت
گذرندي ويرم ٿي نہ ٿي. شبنم مکڙيءَ مان ٽڙي
گل بڻي.
ڳوٺ جي وڏيري علي گوهر جي پٽ جي شادي

هئي. اعجاز کي به شرڪت ڪرڻ جي دعوت هئي.
وڏيري جي گهر واريءَ روبينا ۽ شبنم کي سڀني واري
پروگرام ۾ نه صرف شرڪت جي دعوت موڪلي
پر تمام گهڻو زور ڀريائين ته اوهان کي اچڻو ضرور
آهي. روبينا ته اڳ ۾ ئي اهڙن موقعن لاءِ واجهه
واجهائيندي هئي. وري جي وڏيري جي گهر واريءَ
زور ڀريس ته هن جي خوشيءَ جي انتها نه رهي.
روبينا جڏهن وڏيري جي گهر واريءَ کي مبارڪيءَ
جي رقم ڏيندي واڌايون ڏنيون ته هن چيو، ڀاڄائي
اها رقم ته تمام گهڻي آهي، تون مبارڪيءَ طور
ٻارهان روپيا ئي ڏي. پر روبينا زور ڀريندي چيو -
نه - نه - اها ڳالهه غير واجبي ٿيندي. مبارڪيءَ جو
حق ته مون تي آهي.

وڏيري جي بيگم صاحبه - مبارڪيءَ جي رقم
قبول ڪندي شبنم طرف نهاريندي چيو "ماشا
الله! نظر نه لڳيس، هيءَ ته اصل چنڊ جو ٽڪرو
آهي. رب رحيم بري نظر کان بچائيس. ڪٿرا ٿا
پڙهين؟"

شبنم ورائيو- هن سال اسڪول جي پڙهائي
پوري ڪنديس."

وڏيري جي گهر واريءَ چيو - "توکي ڳائڻ ته
ايندو هوندو."

شبنم وراڻيون نه آئي. بابا سائينءَ کي هو سڀنيءَ سان بلڪل لڳاءُ ڪونهي. بابا جي خواهش آهي ته مان خوب پڙهان. علم پرايان، اعليٰ تعليم حاصل ڪيان."
وڏيري جي گهر واري روبينا ۽ شبنم جي گفتگو اڃا به رهجي وئي جڏهن مهراڻ سهڻين سڏ ڏيڻ شروع ڪيا.

سڏن جي شور ڪل پوري ٿيڻ کان پوءِ وڏيري جي گهر واريءَ روبينا کي چيو باجائي مان اعجاز کي لندني هوندي کان سڃاڻان. هو ڪنهن سڄو پاءُ ڪري پالئيو آهي. اهڙي اعجاز جهڙا نيڪ انسان ورلي ملندا. خدا جو خوف ۽ محنت ڪرڻ ته ڪو ڪانئس سکي.
روبينا چيو – "هاڻي موڪل ڏيو ڇو جو شبنم جو پيءُ انتظار ڪندو هوندو."

وڏيري جي گهر واريءَ چيو – "مان توهان کي ايترو جلد وڃڻ نه ڏينديس. اهڙا موقعا روز نه ٿيندا آهن. ماني کائي پوءِ ٿي ويندا."

جڏهن روبينا هميشه مثل ماڻهن ۽ امير ڪٽنبن جا خواب ٿي ڏٺا، وڏيري جي گهر واريءَ جي زور ڀرڻ تي ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو. دل ۾ چيائين روبينا اڄ نه چالديءَ جي وٺن ۽ ٿالهن ۾ ماني کائي

وٽس. سچي زندگيءَ تون اهڙيون دعوتون ڪو نه
کائي سگهندين.

ماڻهن ٿائين ترسڻ ڪري ڪافي رات ٿي چڪي
هئي. وڏيري جي گهر واريءَ چيو ٻاجهائي مان توکي
اڪيلو ڪو نه وڃڻ ڏيندس. تو سان جوان ڏيءَ ٿا
آهي. وڏيري کي چوان ٿي توهان کي گهر پهرو ڪري
اچن، جو اونهر ٿي چڪي آهي.

روبينا دل ۾ ڏاڍي خوش ٿي. وڏيري جي
گهر واريءَ سان موڪلائي خدا حافظ چئي جڏهن
هن جيپ ۾ ويهڻ وارو ته هن جو وڏيري علي گوهر سان
ٽڪر ٿيو.

وڏيري علي گوهر چيو: معاف ڪندا.

روبينا چيو ڪائي ڳالهه نه آهي.

وڏيري جيپ اسٽارٽ ڪئي. جيئن ته منزل طئي
ڪرڻ ٿائين فاصلو طويل هو ان ڪري روبينا جي
من ۾ ويچار آيو ته سفر دوران چيو نه گفتگو جو
سلسلو چيڙايو وڃي. ماحول جي خاموشيءَ کي
ٽوڙيندي هن چيو - معاف ڪندا اوهان کي ڏاڍي
تڪليف ۽ پريشانيءَ ۾ وڌو.

وڏيري علي گوهر وراڻيو - نه نه ان ۾ پريشانيءَ جي
ڪهڙي ڳالهه آهي. هڪجا ڳوٺائي آهيون.

روبينا پنهنجي ڌيءُ جو تعارف ڪرائيندي چيو
هيءَ منهنجي سڪيلڌي ڌيءُ آهي شبنم. هن سال
اسڪول جي تعليم پوري ڪندي. وڏيري مڙي ڪري
آداب ڪيو. شبنم تسليم چئي مسڪرائي ڏنو.

وڏيري جي دل ۾ شبنم جي مسڪراهٽ جو
نقش چٽجي ويو. چيائون توهان پنهنجي صاحبزاديءَ
کي ڪاليج جي تعليم ته ضرور ڏيارينداء.
روبينا ورائيو ته مشڪل آهي، جو حالات سازگار
نه ٿا ڏين.

وڏيري جي جواب ڏيڻ کان اڳ ئي جمن منزل ٿي
پهچي ويئي. اهو موضوع اتي ۾ ئي رهجي ويو.
روبينا اڄ بيحد خوش هئي، جو هوءَ وڏيري جي
گهر جي دعوت کائي آئي هئي. نه صرف اهو پر
وڏيرو ڪافي مهربان پڻ نظر آيو.

روبينا اعجاز کي چيو - وڏيرو علي گوهر ۽ سندس
بيگم صاحبه تمام شاندار ماڻهو آهن. ملنسار ۽
مٺ مٺڙا وارا. اوهان دعوت ۾ شريڪ ٿيڻ وارا
هئا ڇا؟ اوهان اتان مانڊي کائي آيا يا نه؟

اعجاز چيو - " روبينا تو کي نه ڄاڻ آهي دعوت
نه ملڻ هئي. پر مان اهڙي ماحول ۾ پاڻ کي
ٺهڪائي ڪونه سگهان ۽ وري وڏن ماڻهن کان پري

رهجي نه سگهندو.”

هن ٻيهر ورائيو — ”ڪمال آهي ماڻهو اهڙن
وڏن ماڻهن سان واقفيت لاءِ ڀلا واجهه وجهندا آهن ۽
اوهين آهيو جو جاڻ سڃاڻ کان ڀلا ڀري ڀڄو. رڳو
پنهنجي ننڍڙي دائري جي ارد گرد ڀلا گهمو. اصل
غربت واري ماحول سان ته لاڳاپو لاهيو ن اٿو.”

اُن تي اعجاز چيو — ”روبينا انسان کي هميشه
پنهنجي اوقات ۾ رهڻ گهرجي. ٻين جا محل ماڙيون
ڏسي پنهنجي جهوپڙي نه ڊاهجي.”

ڪمال آهي. توهان کي ڪا ترقي جي ڳالهه چئجي
ته اوهين نصيحتون ڏيڻ شروع ڪريو. هاڻي مانڙي
ڪري خدا جو نالو وٺي رلي ٽاڻي سمهي پئو.

اُن ڏهاڙي کان پوءِ روبينا وڏيري جي گهر سان
اچ وڃ جو ڪافي سلسلو شروع ڪري ڇڏيو. وڏيري
علي گوهر اعجاز جي غير موجودگيءَ ۾ سندس گهر
اچڻ جو چڪر نيم ٿي ناهي ڇڏيو. هڪ ڏهاڙي روبينا
کي چيائين بهتر ٿيندو اوهين گوٺ ڇڏي شهر هلي
رهو. اتي شبنم جي ڪاليج جي پڙهائي به ٿي
ويندي ۽ هن ڳوٺاڻي ماحول کان به اوهين ٻاهر
نڪرندا. روبينا کي وڏيري جي اها آڇ ڏاڍي سهڻي

لڳي. وڏيري جي وڃڻ کان پوءِ هن اعجاز اڳيان اها پيشڪش رکي.

جڏهن تي اعجاز ورائيو بيگم اسين ڳوٺ ۾ ئي چڱا آهيون. شهر جي ماحول کان پري رهجي ته سٺو.

اُن تي رو بينا چيو - اوهان ته سڄي عمر ڳوٺاڻا جا ڳوٺاڻا رهندءِ.

گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ڌيءَ جو ته خيال ڪريو. کيس پڙهڻ جو ڏاڍو شوق آهي. اهو ته شهر ۾ ئي پورو ٿي سگهي ٿو.

اعجاز کي پنهنجي ڌيءَ سان بي پناهه محبت هئي. هن شبنم جي آئينده خاطر شهر ۾ هلڻ قبوليو.

وڏيري هن لاءِ شهر ۾ خوبصورت فليٽ جو بندوبست ڪيو. اعجاز جيڪو پنهنجي محنت مزدوري ۽ ٻانهن تي ڀاڙڻ وارو انسان هو اُن جي ننڊ حرام ٿي وئي. هن کي رات ڏينهن اهو فڪر هو ته پنهنجي محنت مزدوري ڪري پنهنجي سگهه آهر اجهو وٺي ٻارن ٻچن سان گڏ رهي. هن کي وڏيري جي مدد جو هٿ ڪنڊي وانگر چڀڻ لڳو. ليڪن وڃي ڪٿي هٿ هڏ ڪيائين. هن کي هڪ ڪارخاني ۾ نوڪري ملي. دعا گهري، چيائين پروردگار لڏهڻا

لک لک شڪرانه جو تو مون تي ٻاجهه جي نظر وڌي. خوشيءَ وچان گهر اچي روبينا کي ٻڌايائين ۽ پڇيائين - بيگم شبنم ڪٿي آهي؟

شبنم پڪنڪ ملهائڻ وئي آهي، بيگم ورائيو.

اعجاز جو چهرو پيلو پئجي ويو. حيرانيءَ وچان پڇيائين - "اڪيلي وئي آهي؟"

ان تي روبينا چيو - اوهين ڳوٺاڻا شهر ۾ رهي به اهي ڳوٺاڻا خيال ڪين مٽيا اٿو.

اعجاز مايوس ۽ غمگين ٿي ويو. هوڏانهن شبنم ۽ سندس ٻيا ساٿي پڪنڪ جو مزو ماڻڻ لڳا.

نئين معاشري جــي هوا روبينا کي ذهن تي ايترو پاڻ ٻڌران من ۾ آڪاش تي اڏام وارين خواهشون پيدا ڪيون. هن نه اڄ ۾ ئي محل ماڙين جا خواب پئي ڏٺا. هن اڄ وڏيري علي گوهر جي هڪ پٽي دوست سان جاڻ سڃاڻپ وڌائي. شهر ۾ اچي ڪري شبنم علم طرف گهٽ ٻــر هار سينگار طرف وڌيڪ ڌيان ڏيڻ لڳي. مٿان ماءُ جون لڪڙيون وکون وڌائي جديد دور سان قدم ملائي هلڻ وارين نصيحتن ته ڪمس شهه ئي ڏيئي ڇڏي. هوءَ ماءُ جي نقش قدمن تي هلڻ لڳي. وک اڳتي وڌائڻ - وڏيري جي جمپ سندس اردليءَ ۾ لڳل هئي. اعجاز کي اهي ڳالهيون

ناگوارا لڳڻ لڳيون. روز سوچي اڄ ٻڌهندي ناراضپي جو
اظهار شروع ڪندو. پر گهر ۾ ڪو نہ ڪو اچــي
نڪاھ ڪــري هن جي ڳالهہ اڌوري رهجي وڃــي.
روبينا اعجاز کي اشارو ڪرائي ماٺ ڪرائي ڇڏي.
گهر ۾ وڏن ماڻهن جي اچ وڃ لــڳي پيئي آهي.
توهين اُنهن سان سليقي سان پيش اچو. اعجاز جو
اُن ماحول ۾ دم گهٽجڻ لڳو. مهمانن جي خاطر تواضع
ڪرڻ ٻدران هو. گهر کان ٻاهر اڪري وڃي. هن کي
شهري ماحول گهڻ ٻوسامت وارو محسوس ٿيڻ لڳو.
هوُ ڳوٺ جي سادي سودي زنــدگي ۽ صاف سٿري
فضا کي ياد ڪرڻ لڳو.

هــڪ ڏهــاڙي هــوَ جــڏهين گهـــر
۾ داخل ٿيو تہ ڏٺــائين سندس بيــگم صاحبہ وڏيري
جي نوڪرن کان فرج ۽ عاليشان غاليچو فليٽ ۾ سيٽ
ڪرائي رهي هئي. اعجاز پڇيو بيگم هيءَ فرج ۽ هيءَ
غاليچو ڪنهن جو آهي. شبنم ورائيو اسان وٽ
فرج ڪو نہ هو نہ، اُڪري وڏيري جــي دوست
محمد زمان هيءُ فرج ۽ غاليچو شبنم جي سالگره لي
تحفي طور موڪليو آهي. اوهان نہ شهر ۽ ٽڪي جي
نوڪريءَ ۾ ائين ڦاسجي ويا جو ڌيءَ جي سالگره
۽ اوهان کي ياد نہ هئي.

اعجاز پڇيو- پر ڌارين ماڻهن کان ايڏا قيمتي تحفا

وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت؟

اُن تي روبينا ماٺ ڪرائيندي چيو - توهان مهرباني ڪري پنهنجا ڪپڙا نه بدلايو - ڏسو ڪيڏا نه سهڻا ٿي ويا اٿو. گهر ۾ وڏا ماڻهو اچڻا آهن. اوهين آهيو جو بيڪار جون ڳالهيون ڪٿي ويٺا آهيو. جلدي ڪريو دعوت شروع ٿيڻ واري آهي.

اعجاز ناراض ٿيندي چيو اها دعوت توکي مبارڪ، مان گهر کان ٻاهر ٿو نڪري وڃان. معتبر ماڻهن جي اڳيان پنهنجي عزت نه گهٽ ٿئي.

اُن تي هن چيو - ڪمال ٿا ڪريو هرو ڀرو ڇڙن چڱن اڳيان تماشو ڪرڻ پنهنجي ڌيءَ کي طعنو ڏيڻ ته پري رهيو پر سندس خوشين ۾ به اڙا آهيو.

اعجاز خاموشيءَ سان گهر کان ٻاهر هليو ويو. شبنم جي سالگرهه تي ڪافي وڏا ماڻهو آيا هئا. قيمتي تحفن جا ڍير لڳي ويا. روبينا بيحد خوش هئي هن زندگيءَ ۾ جنهن چمڪ دمڪ واري ماحول جي خواهش ڪئي هئي. اڄ اهو ماحول نه صرف هن اکين سان ڏٺو پر خود به ماڻيو.

روبينا پنهنجي لاڏليءَ شبنم جي ترقيءَ تي بيحد خوش هئي. شبنم جي مهربانن ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿيڻ لڳو. قيمتي تحفن جا ڍير لڳڻ لڳا. گهر

جو روپ رنگ بدلجي ويو. هوڏانهن اعجاز جو اُن ماحول ۾ دم گهٽجڻ لڳو. هن کي پنهنجي زال جي خواهشن کان خوف ٿيڻ لڳو. هن جو ڌيءَ ۾ موهه هو. هو ته اُن ڏهاڙي کي ڪوسڻ لڳو جڏهن ڏهاڙي هن ڳوٺ ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. هو پنهنجي ماضيءَ کي ياد ڪري ڏڪي اُٿيو. ڳوٺ جو پُرسڪون ماحول ننڍڙو گهر هن جي اکين آڏو تري آيو.

روبينا جيڪي خواب ڏٺا سي هن جا شهر ۾ اچي پورا ٿيا. جڏهن ڪجهه به نه ڏٺو هو اُن جي زندگي رنگينين سان ڀرجي وئي. پنهنجي ڌيءَ کي به نصيحتون ڏيڻ لڳي ته اڄ پئسي جو وڏو مان آهي. شبنم هيءَ ئي مختصر وقت اٿيئي تون اُن جو فائدو وٺي پنهنجو آئيندو روشن بڻائي سگهين ٿي. اڄ جو حال سڀاڻي تنهنجو ماضي بڻجندو.

ٻنهي ماءُ ڌيئرن تي ڌن دولت عيش و عشرت جو خوفناڪ ڀوت سوار ٿي ويو.

هڪ رات اعجاز جڏهن گهر دير سان موٽيو ته هن جي نگاهه روبينا جي جهومڪن ۽ هار تي پئي. هن پڇيو ـ ”هي جهومڪ ۽ هار......“

وچ ۾ ئي هن کي ڪاٽيندي روبينا چيو ـ ”نقلي نه آهي پر هيرن جو آهي. توهان کي نه ڀائين ٿي

ڪوبه ايندو نه ڪو هيرن جو هار آهي."

"هيءُ تو ڪٿان آندا؟" اعجاز پڇيو.

روبينا وراڻيو- "وڏيري علي گوهر جي دوست
محمد زمان مونکي تحفي طور ڏنا آهن."

اعجاز چيو- "شبنم ڪٿي آهي؟"

"گهمڻ وئي آهي." روبينا وراڻيو.

اعجاز حيرانيءَ مان چيو- "رات جو گهمڻ وئي آهي.
توهان کي ڪهڙي خبر نه اڄ ڪنهن جي دعوت
آهي. توهين روز رات جو دير سان اچو. اوهان کي
پنهنجي ڌيءَ سان ڳالهائڻ جي فرصت تو رولي آئو.
جن سان وئي آهي اهي پاڻ ئي ڇڏي وينديس، اوهان کي
وڃڻ جي ضرورت ڪانه پوندي.

اعجاز لاءِ لوهه ٿي ويو. ڪاوڙ ۾ چيائين ته
"اسين سياڻي ٿي پوڻ روانا ٿيندا آهيون. مان انهن
قيمتي تحفن کي باهه لڳائي ڇڏيندس. مون گهڻو ئي
برداشت ڪيو آهي."

روبينا چيو، "توهان جو دماغ ٺڪاڻي ڪونه
آهي، هاڻي وڃي آرام ڪريو."

جنهن جي جوان ڌيءَ اڌ رات تائين گهر کان
باهر هجي اُن جو دماغ ڪيئن تو ٺڪاڻي ٿي سگهي.
اعجاز جي دانهن تي اوڙي پاڙي جا ماڻهو گڏ

ڏي ويا. اعجاز سيٺ کي پنهنجي گهرن ڏي وٺڻ
لاءِ ڇڏيو ۽ در بند ڪري ڇڏيائين. اُن کان پوءِ
پنهنجي ۾ ڪافي وقت تائين تڪرار رڙ واڪو
جاري رهيو.

ٻئي ڏهاڙي اوڙي پاڙي وارا اعجاز کي ڌڪارڻ
لڳا. خوني درندو ۽ وحشي چوڻ لڳا. اعجاز پنهنجي
زال ۽ ڌيءَ جو خون ڪري ڇڏيو. اعجاز کي گرفتار
ڪيو ويو. هر ڪنهن هن جي خلاف بيان ڏنو، هن
جي ملامت ڪندي چيو ته پنهنجي گهر واريءَ
سان وڙهي رهيو هو. هيءُ شخص قاتل آهي،
وحشي آهي.

اعجاز کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ۽ پنهنجي طرفان
بيان ڏيڻ لاءِ چيو ويو.

مائي لارڊ، اُن رات جڏهن مان گهر موٽيس ته
مون ڏٺو ته منهنجي گهر واري قيمتي هيرن جواهرن
جي زيورن سان جڙيل هئي، منهنجي ڌيءَ اُنهن
هيرن جواهرن جي قيمت ادا ڪرڻ لاءِ هيرن جواهرن
جي زيورن واري مالڪ وٽ وئي هئي. جيڪي هيرا
اُن شخص منهنجي گهر واريءَ کي تحفي طور ڏنا هئا.
مائي لارڊ، واقعي مان انسان نه حيوان آهيان. مان
وحشي آهيان، مون پنهنجي معصوم ڌيءَ جو خون

ڪيو. اڄ کان 20 سال اڳ جي ڳالھ آھي جڏھن
ڳوٺ مٿان ٻوڏ جو قدرتي قھر نازل ٿيو. مان پنھنجو
ابو امڙ، مال ملڪيت سڀ ٻوڏ جي چپيٽ ۾ وڃائي
ويٺس. مان ٻيھر ٻڏجي ويس. ان وقت مون ھڪ
ابھم ٻار کي روئندي ڏٺو جيڪو معصوم قدرتي
قھر ڪري سڀ ڪجھ وڃائي ويٺو ھو. ٻار کي
روئندو ڏسي، مون اڳتي وڌي ان کي ھنج ۾ کنيو.
ان ٻياٽيءَ جي ڀرسان ھڪ عورت بيھوشيءَ جي عالم
۾ پئي ھئي. مون ان عورت ۽ معصوم بيگھريءَ کي
پناھ ڏني. مون مصيبت جي ماريل ۽ زندگيءَ کان
مايوس ٿيل انسان جيئڻ جي تمنا ڇڏي ڏني ھئي.
پر ان معصوم بيگھريءَ ۽ لاچار عورت کي سھاري
ڏيڻ لاءِ مون جيئڻ جو ارادو ڪيو. اھا معصوم
بيگھري شبنم ھئي ۽ وقت ۽ قدرتي قھر جي
چپيٽ ۾ آيل مظلوم عورت روبينا. معصوم شبنم
تي مونکي رحم آيو. ان ٻياٽيءَ ۽ سندس ماءُ کي
پناھ ڏيئي زندگي جيئڻ جو فيصلو ڪيو. مون شبنم
کي سڳيءَ ڌيءُ کان وڌيڪ پيار ڏنو. روبينا ڪا
حسين دوشيزه ڪانه ھئي ان وري ڪو مان حسن
جو پوڄاري. مون ان مظلوم بي سھارا عورت تي
رحم کائي ان کي سھارو ڏنو. مان خود قسمت جو

ماريل هوس. پر هن عورت منهنجي هڪ ليکي ۾
رحم دليءَ جو ناجائز فائدو ورتو. هن جون خواهشون
ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳيون. دولت ۽ عيش عشرت
جي نشي ان عورت جي اکين تي الله جا پڙدا چاڙهي
ڇڏيا. شبنم جوانيءَ جي ڏاڪي تي هئي، هن جا
قدم ڏڳمگائجي ويا. جا اندري ڪاهيءَ ۾ وڃي
ڪري. اِن رات جڏهن شبنم جوانيءَ جي خمار مان
سجاڳ ٿي ته هوءَ ناجائز بار جي ماءُ ٿيڻجي چڪي
هئي. اِن رات هن محسوس ڪيو ته هن کي عيش ۽
عشرت جي ڪيڏي قيمت ادا ڪرڻي پئي. شبنم
آپگهات ڪيو. هن پاڻ کي ڪمري ۾ بند ڪري
ڇڏيو. جڏهن مون پنهنجي پياري ڌيءُ جو لاش
ڪمري ۾ لٽڪندو ڏٺو ته مون اِن خطرناڪ عورت
کي قتل ڪري ڇڏيو. جنهن طرفان گمراه ڪري راهه
ڏيکارڻ لئي زندگيءَ جي داءُ پيچن کان اڻڄاڻ معصوم
شبنم زندگيءَ جو انت آندو. جنهن عورت کي مون
مظلوم ڄاڻي پناهه ڏني اها عورت مظلوم نه پر
ڏائڻ هئي. جنهن پنهنجي ڌيءَ کي تي ڏنگي ڇڏيو.
مون سان وشواس گهات ڪيو. اگر مان اِن عورت
جي چوڻ تي خاموش نه رهان ها ته اڄ معصوم شبنم جي
جان نه وڃي ها. عورت جي اِي حرڪتي لاءِ مرد نه

ٻر اهڙين عورتون خود جوابدار آهن. اهڙين مائرن کي زنده رهڻ جو ڪو حق نه آهي. اڄ مان بيحد خوش آهيان. مون روبينا جو قتل ڪري ثواب جو ڪم ڪيو آهي. مون نانگڻ کي ختم ڪري ڇڏيو، جيئن اها سماج ۾ ٻئي ڪنهن کي نه ڏنگي.

مان قاسم جي قيدي کي خوشيءَ سان ڳلي لڳائيندي سماج کان اهو سوال ضرور ڪندس ته ”وحشي ڪير“ آهي؟ هن جي اکين مان لڙڪ لڙي آيا. اعجاز جا لفظ ”وحشي ڪير“ ”وحشي ڪير“ پڙاڏو ٿي گونجڻ لڳا.

# اِٽس ٽُو ليٽ

جاويد کي پنهنجي امڙ ۽ ان جي ڏاڍل مٺي لوليءَ واري ٻوليءَ سان ئي انتها پيار هو. هن جي دنيا انهن ٻن وسيع ساگرن ۾ سمايل هئي. جاويد پڙهڻ ۾ ڏاڍو هوشيار هو. هن کي امتحانن ۾ سٺيون مارڪون ملڻ ڪري اعليٰ تعليم لاءِ ولايت ۾ پڙهڻ لاءِ اسڪالرشپ جي آڇ ملي. جڏهن هن اها خوشخبري پنهنجي ماءُ کي ٻڌائي ته سندس امڙ اداس ٿي وئي. پر پٽ جي آئينده جو سوچي خاموش ٿي وئي. هن جي من ۾ پٽ لاءِ ڪئي آشائون هيون. جاويد جي شادي ٿيندي، اڱڻ ۾ گل ٽڙندا. جاويد جي اولاد کي مٺڙي لولي ڏيئي سمهاريندس. منهنجو ماضي موٽي ايندو. ننڍڙو جاويد مٺيون لاتيون لوندو. جاويد جي ماءُ ڳوٺاڻي هئي. هوءَ ڏيرن سان گڏ رهندي هئي. جاويد ننڍڙو ئي هو جو سندس پيءُ گذاري ويو. پٽ ۾

ٻيو موھہ ھوس. سڪيلڌو اولاد. ممتا جي سڄي
لئي پٽ رکي ھن پنھنجي نور چشم کي ولايت موڪليو.
پر ملڪ کي نہ ڪجھہ ٻيو ئي منظور ھو. اوچتو
ھوءِ گذاري وئي. جاويد کي جڏھن خبر پئي تہ
ھن کي ڏاڍو صدمو رسيو. ھوُ جڏھن وطن وريو تہ
ڳوٺ ۾ سڀ ڪجھہ بدليل ڇڪو ھو. ھن جي ڪنن
۾ پنھنجي جيجل جا لفظ ٻرڻ لڳا. پنھنجي مٺڙي
ٻوليءَ وارا پيارا پيارا لفظ- گھر جون خاموش ديوارون
ٻار ٻار ھن کان سوال ڪري رھيون ھيون. جاويد
”ھن ويران اڱڻ ۾ ڪڏھن گل نہ ٽڙندو.“ ماءُ جون
پيار ڀريون اکيون اونداھري گھر ۾ ڄڻ ڏيئي وانگر
ٽمٽمائي رھيون ھيون.

جاويد ڳوٺ مان واپس وري ولايت ۾ پنھنجي
پڙھائيءَ ۾ اڳي کان وڌيڪ مشغول ٿي ويو. ھن جي
دنيا صرف ڪتابن تائين محدود ھئي. جاويد شاديءَ
ڪرڻ جو ارادو ئي ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ وري ڳوٺ ۾
ماءُ جي گذاري وڃڻ کان پوءِ سندس گھر آباد ڪرڻ
لاءِ ڪنھن کي اولاد ڪونہ ھو. سندس ڪو ھڏ ڏوکي
ڪين رھيو. صرف پٽڻ ڪاٽڻ ۽ ولائتي مال جون
فرمائشون. ائين ڪئي سال گذري ويا. ھڪ ڏھاڙي
ھن جي ملاقات ماريا (Maria) سان ٿي. ماريا تمام

ذهين، هوشيار ۽ محنتي ڇوڪري هئي. ٻنهي جي علمي ۽ ادبي ويچارن جي هم خيالي. جاويد ۽ ماريا کي هڪ ٻئي جي قريب آڻي ڇڏيو. ماريا رنگ، نسل پرستي ۽ مذهبي تنگ نظريءَ واري ماحول کان آزاد خيال رکندڙ عيسائي ڇوڪري هئي. علم ادب ۽ انسانيت جي قائل وقت ۽ حالت ٻنهي کي قريب آندو. ٻنهي زندگي نڀائڻ جو فيصلو ڪيو. ٻئي هڪ ٻئي سان بيحد پيار ڪندا هئا. جاويد نه ماريا کي مذهبي ريتن رسمن جي پابندين ۾ ڪين جڪڙيو.

زندگيءَ جي ان سفر دوران ٻنهي جي من ۾ ڪئي خواهشون ۽ اميدون جاڳيون. ماريا جي من ۾ ماءُ بڻجڻ واري جذبي ۽ تمنا جي انگڙائي ايري. هن جاويد اڳيان پنهنجن جذبن جو اظهار ڪندي چيو- ”جاويد هن گهر ۾ معصوم مرڪ جي ڪمي آهي.“

ان وقت جاويد کي ماءُ جا لفظ ياد آيا. هن جي ڪنن ۾ سندس ماءُ جا لفظ پڙاڏو بڻجي گونجڻ لڳا - ”جاويد جي شادي ٿيندي، اڱڻ ۾ گل ٽڙندا. سندس اولاد کي مٺڙي لولي ڏيئي سمهاريندس، منهنجو ماضي موٽي ايندو، پيڙهي وڌندي، ننڍڙو جاويد منهنجون لوليون لوندو. اڱڻ ۾ گل ٽڙندا......... ماضي

موٽي ايندو...........پيڙهي وڌندي .......... اڳتي ۾ گل ٽڙندا. ..........“

ماريا جاويد کي خيالن ۾ گم ڏسي چيو- ”جاويد! تون ڪهڙن خيالن ۾ گم آهين.“

جاويد ماريا ڏي نهاريندي چيو، ”ماريا منهنجي ماءُ جي به اها ئي خواهش هئي. هوءَ اها تمنا دل ئي دل ۾ سانڍي هن جهان مان هلي وئي. مان هن جي خواهش پوري نه ڪري سگهيس. منهنجي به اهائي آرزو آهي.

اسين مشيني زندگي ۾ ايترو ته ڪوڙهي ويا آهيون جو اسان کي پنهنجي آئينده سوچڻ جو وقت ئي ڪونه مليو. ماري مان پنهنجي اولاد کي امڙ جي مٺڙي لوليءَ واري سنڌي ٻولي سيکاريندس.

ماريا جهٽڪو ڏيندي چيو، ”يورپ ۾ رهندي به تون پنهنجي ٻولي سيکارڻ ۾ وقت وڃائيندين، جنهن ۾ نه ڪا ايجاد، نه ڪا ٽيڪنالاجي ۽ نه سائنسي دور طرف وک وڌائڻ جي سگهه.“

جاويد ڪاوڙ ۾ چيو- ”ماريا توکي خبر آهي تون ڇا پئي ڳالهائين. اسان جي قديم سڀيتا آهي.“

تون نه رڳو پنهنجي ماضيءَ کي ڪنيو ويٺو آهين. حال سان قدم ملائي هلڻ نه اوهين سنڌي سکيا ٿي

ڪوله آهيو.

جاويد ڪاوڙجي چيو، "ماريا، مون ڪڏهن به تو تي پنهنجون ريتون رسمون ۽ مذهبي پابنديون عائد ڪين ڪيون آهن پر منهنجي اولاد......"

ماريا هن کي وچ ۾ ٽوڪيندي چيو، "مون به ڪڏهن رنگ ۽ نسل جي Superiority ڪانه ڏيکاري آهي. اُن جو مطلب اهو نه آهي ته مان پنهنجي اولاد کي اُن طرف ڌڪيان جتان......"

جاويد رڙ ڪري چيو - "خاموش........."

ٻنهي ۾ ڪافي دير بحث ٿيو ۽ ٻئي پنهنجن پنهنجن ڪمن لاءِ روانا ٿي ويا.

ڪئين ڀيرا ٻنهي جو اُن ڳالهه تي تڪرار ٿيو. نيٺ هڪ ڏهاڙي جاويد ماريا کي چيو، "ماريا، اهو منهنجو آخري فيصلو آهي ته جيستائين منهنجي ٻوليءَ ۾ منهنجي اولاد جي پرورش نه ٿيندي تيستائين هن گهر ۾ معصوم مرڪ جو وجود نه ٿيندو."

ماريا چيو، "جاويد تنهنجو اهو آخري فيصلو آهي؟"

جاويد وراڻيو "ها".

ماريا ڪاوڙ مان چيو - "جاويد تون به ڪن

کولي ٻڌي وٺ، تنهنجي اها خواهش اڌوري نه رهندي، تون آزاد آهين."

ڪيئن پيرا جاويد کي خيال آيو ته وقت ۽ حالات سان قدم ملائي هن پنهنجي اولاد جي جذبي ۽ احساس جي شدت هن جي خواهش کي دٻائي ڇڏيو. پر ٻنهي جو تڪرار به عجيب الفت ۽ انداز سان ٿئي هڪ ٻئي لاءِ وڌيڪ مدار رکڻ لڳا.

اڪ جهڙپ ۾ زندگيءَ جو ڳڻپ حصو گذري ويو. اڄ سندن شادي جي 25 پنجويهين سالگره هئي. جاويد پنهنجي ڳوٺائين کي به دعوت لاءِ گهر گهرايو. انهن جون زالون ۽ ٻار، گوڙ، ٽهڪ، ٻارن جي شرارت، ٻيچ ٻاهر.... دعوت پوري ٿيڻ کان پوءِ ماريا گهر کي ٺيڪ ٺاڪ ڪرڻ شروع ڪيو. جاويد چيو- ماريا اڄ تون مون لاءِ بيحد ناراض هوندينءَ. مون پنهنجي ڳوٺ وارن کي گهرايو. انهن جي ٻارن گهر کي اصل ڊانوا ڊول ڪري ڇڏيو. تمام شرارتي ٻار هئا.

ماريا جاويد جي قريب اچي چيو، "ناراض! ناراض نه بلڪ خوش آهيان، بيحد خوش آهيان. جاويد جي ڪلهي تي ٻانهن وجهي ڪنڌ رکندي هن چيو- جاويد ٻار ڏاڍا پيارا پيا لڳن. جاويد مون کي پنهنجو اولاد کپي."

جاويد چيو، ”پر ماريا .......“ هن وچ ۾
ڪاٽيندي چيو: Javeed I love you, I love your language:

جاويد ماريا کي پنهنجي ٻانهن جي گهيري ۾
آڻيندي چيو – Maria I too love your language.
اسين ٻئي ٻوليون ايندائي سکون پيا پر هاڻي اسين
زندگيءَ جي ان موڙ تي پهچي چڪا آهيون جو.......
ماريا جي ڳلن تي ڳوڙهن جون لڙيون لڙي آيون.
جاويد رومال سان ڳوڙها اگهندي چيو: Mari its too late:

ماريا جاويد جي لبن تي پنهنجو هٿ رکي ڇڏيو.



# اصول پنهنجا پنهنجا

ودياڌر پوري رات ننڊ لئي پاسا ورائيندي گذاري. سندس گهرواريءَ گهڻي ئي دلداري ڏني پر هن جي پريشانيءَ ۾ ڪائي ڪمي نه آئي. هن کي نه سج جي نڪرڻ ٻاک جو انتظار هو.

جيئن ئي پرهه ڦٽي هن پٽ جي ڪمري جو در کڙڪايو، وشال اکيون مهٽيندي در کوليو. پيءُ کي اڳيان بيٺل ڏسي حيران ٿي ويو. وشال ڏي گهوريندي هن چيو - "تون منهن ڌوئي يڪدم مون سان هيٺ ڊرائنگ روم ۾ اچي مل." وشال جي سامهون هيءُ پهريون ڀيرو هو جو سندس پيءُ ڪمري ۾ آيو هو. هن جي پيءُ کي نه سماجي، ادبي ۽ ميلاپي ميڙن مان ئي فرصت نه ملندي هئي. ڪڏهن ملڪ کان ٻاهر پيو ته ڪڏهن ملڪ جي ڪهڙي علائقي ۾ ته ڪڏهن ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾. ائين ته وشال ماءُ پيءُ جو لاڏلو پٽ هو. پر هو صرف ماءُ جو ئي لاڏلو هو، جو سندس پيءُ کي فرصت ئي ڪانه ملندي هئي. ودياڌر هڪ رواجي منشيءَ جو پٽ هو. جيتري قدر علم حاصل ڪرڻ جو سوال هو ان لحاظ کان آگرڻ

کي ڳڻڻ جيترا ڳاڻ ڳڻيا درجا پڙهيو هو. پر هن اڳيان
پڙهيل لکيل به ٻاٽي پربندا هئا. هو "هرفن مولا"
هو. هتان هتان جون ڳالهيون پڙهي ٻڌي سوڌي
قلم بند ڪري ۽ وري ڪٿي چٽ ته ڪٿي گروهه
بندي، ڪٿي ميڻ مٽ، ته ڪٿي سودو، ته ڪٿي
بلڪ ميل جو فن استعمال ڪري حرفت سان ٻاڻ کي
ادب نواز جو تاج پهرائي "سرتاج" بڻيو. گڏو گڏ هن
اخبار ڪڍڻ به شروع ڪئي. هن جي اخبار جو
ڪالم "سچ جي راهه" مقبوليت جي بلندين کي
ڇهيو. هن جي قلم مان "سچ جي راهه" جو اظهار
ناحق جو، لباس اوڍي ايمانداري ۽ نيڪيءَ جي لاڄ
۽ حياداريءَ کي چاڪ چاڪ ڪندو چٽن چڱن جي
پڳ لاهيندو رهيو. ان سچ ۽ ڪوڙ جي ورڙهه ۾
سچ دم ٽوڙيو ۽ لٽن پٽن جي ٻيکهي مٿي ۽ سنمان
انعام ۽ اعزاز وڪامڻ لڳا ۽ وڏيرا ڌر سرتـــاج "وڏيا"
پراڻا بدا راجا پوڄ جو تاج پهريو.

خبر نه آهي اعزازن، انعامن، خطابن هن کي گهيري
ورتو يا انهن کي بدهجي گهيري ۾ آندو. بس پوءِ
ته هن کان چڱن ڀلا ڪو ڪانڻ لڳا. جو "جي درياهه
۾ رهڻو آهي ته واڳونءَ سان دشمني پراڻا سياڻن جو
ڪم نه آهي." پر اج سندس نالو پٽ و شال ڪري
"اٺري گٽري" جي زبان تي هو.

ودياڌر سرتاج ڊرائنگ روم جي هڪ ڪنڊ کان ٻـيءَ ڪنڊ ۾ ائين گهمي رهيو هو جڻ "شينهن پڃري ۾ قائل هجي." جڏهن وشال جي قدمن جي آهٽ ٿي ته هن اڪابل شينهن وانگر گجگوڙ ڪندي چيو - "وشال تو خاندان جي عزت مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي آهي."

"ٻابي مون اهڙي ڪهڙي ڳالهه ڪئي آهي؟"

هن ڪاوڙجي چيو - "اڃا پڇين ٿو ڪهڙي ڳالهه ڪئي اٿيئي؟ نالائق شرافت جي چائنٺ اورانگهي ذلت جي زندگيءَ طرف قدم وڌائڻ کان پوءِ به پڇين ٿو ڪهڙي ڳالهه آهي؟ ڪير آهي؟"

وشال چيو - "ٻابي اوهين ڪنهن جو ذڪر ڪري رهيا آهيو؟"

"مان پڇان ٿو ڪير آهي؟"

وشال وري چيو - "ٻابي توهين ڪهڙي ڪنهنجي ڳالهه ڪري رهيا آهيو. زندگيءَ جي موڙ تي ڪير نه آهي مون سان ڪيترا مليا هوندا. اوهان کي ڪنهن جو نالو ٻڌايان؛ وري توهان وٽ ايترو وقت ئي ڪٿي آهي."

ودياڌر طنزيه انداز ۾ چيو - "مان ان اندر سڀا جي اپسرا جو ذڪر ڪري رهيو آهيان، جنهن سان

تو پريم جو پيچ پالو آهي .

"منهنجي زندگيءَ جي هر سفر جو ساٿي آهي ، ماما" وشال وراڻيو.

"منهنجي زندگيءَ جي هر سفر ۾ واٽ تي راهگيرن جي لڳل جٽي."

وشال جو چهرو ڪاوڙ ۾ سرخ ٿي ويو ۽ چيائين- "ڊيڊي توهان پنهنجي خاندان جي عزت لاءِ ڪهڙا لفظ استعمال ڪري رهيا آهيو."

ودياڌر گهگهوڙ ڪندي چيو- "نالائق نون هن کي خاندان جي عزت چئي رهيو آهين."

وشال چيو- "ڊيڊي مون فيصلو ڪري ڇڏيو آهي، ماما توهان جي خاندان جي عزت آهي. توهان جي لڳن اڄوڪي واري آهي."

هن وراڻيو- "منهنجي فيصلي ڪرڻ نه ڪرڻ سان ڇا ورندو. منهنجو فيصلو پڪي ڇڏ، هر ڪنهن جا پنهنجا پنهنجا اصول ٿيندا آهن. منهنجي جلدبازي اڄوڪي سان مان پنهنجا اصول ڪونه بدليندس."

ان تي وشال وراڻيو- "ڊيڊي هي نه، منهنجو آخري فيصلو آهي ۽ وري منهنجو ساٿي آهي وشال جنهن جي شروعات انگريزي لفظ "V" (وي) سان ٿيندي آهي يعني "V Stands for Victory."

ودياڌر چيو- ”وشال تون به اڄ وٽ منهنجو
ڀالو به، ودياڌر آهي ۽ ”V“ سان ئي شروع ٿيندو
آهي. ۽ تخلص آهي ”سرتاج“ يعني Victory جو
”سرتاج“ ڪٿي زندگيءَ ........ “

وشال وچ ۾ ئي ڪٽيندي چيو- ”ڏيڏي مون مايا
سان زندگي ڀر جو واعدو ڪيو آهي ان ۾ مايا جو
ڪو ڏوهه ڪونه آهي، ڪنهن خاندان ۾ جنم وٺڻ
سان ..............“

ودياڌر وچ ۾ ئي جملو ڪٽيندي چيو- ”بس بند
ڪر هاڻي اها بڪواس.“

وشال وراڻيو- ”ڏيڏي توهان جنهن کي بڪواس
چئي رهيا آهيو، اهو اٽل ارادو آهي. مايا جي ماءُ
کي سماج جي حالتن اونداهي طرف ڌڪيو. مان
مايا جي ماضيءَ کي وساري ڇڏيندس. مايا منهنجو
حال آهي ۽ جيڪو حال منهنجو روشن مستقبل بڻجندو.
هيءَ ئي تصور آهي. پتر دل ۾ هن جي ماضيءَ
جي حقيقت کي جاءِ ترقي اٿندي.“

ودياڌر وشال ڏي گهوريندي چيو- ”وشال تون
مايا جي مهاجار ۾ قاتل آهين، عشق جي انڌي
گهوڙي تي سوار.“

”اوهين ڪجهه به سمجهو اهو منهنجو آخري فيصلو

آهي." هو اهي لفظ چوندو ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

وديا ڌر سوچيو ته وقت گذرڻ سان وشال جو نشو لهي ويندو. پر نه.... هن گهڻائي حيلا هلايا، دڙڪايو ۽ ڌمڪايو پر هن تي ڪو اثر ڪو نه ٿيو. مجبور ٿي هن مايا کي ٻاهڻ وٽ گهرايو. مايا کي وشال جي زندگيءَ مان نڪري وڃڻ لاءِ چيو. مايا پنهنجي ماضيءَ ۽ حالات کان مجبور وقت جي ستم ظريفي ۽ سماج جي نفرت کان واقف ڪرائيندي آزيون نيزاريون ڪيون ته هن تي رحم کائي معاف ڪيو وڃي. جو سندس ماءُ کي زماني جي گردش اونداهيءَ ۾ ڌڪي ڇڏيو. هوءَ ماضيءَ جي ان "ڌٻڻ" مان ٻاهر نڪرڻ ٿي چاهي. پر پٿر دل وديا ڌر تي ڪو به اثر ڪو نه ٿيو. الٽو هن کي ذليل ڪيو. "لعنت آهي ان عورت تي جنهن توکي جنم ڏنو. جنهن سماج ۾ هڪ بي ونشيا پيدا ڪري ناسور وڌايو آهي. اسان عزت دارن جا ڪي پنهنجا اصول ٿيندا آهن."

"مظلوم مايا جي اندر جي عورت وديا ڌر جي "ونشيا" لفظ جي ذلل ڌٻ تي ڪاليءَ جو روپ ڌاريو. هن جي اکين مان ألا (شعلا) نڪري رهيا هئا. "ناسور" - اهو "ناسور" ته توهان جهڙن عظيم

شخصيتن جي روپ ۾ "وحشين" وڌايو آهي. توهان
جي چاهه مڃي مان سنمان اعزاز اڪرام نه ملڪ گڏ ....

"خاموش ٿي ويءَ." وڏيرو الر ڪندي چيو -
"هڪ ته پراون پٽن کي وٺو ٿا سانڍيندا ئون ۽ ٻيو
وري مٿان واس ڪري رهيا آهيو. منهنجي زبان
کي لغام ڏي. منهنجو سماج ۾ عزت جو درجو آهي.
تو جهڙن بازاري عورتن سان ملاقات نه اڪائڻ
چاهيندس."

مايا ورائيو - "مون کان وڌيڪ ذليل ۽ ڪريل
اوهين "ٻهروپي" آهيو. منهنجي ماءُ ته منهنجي وجود
جو پورهيو ڪاڻ ۽ پر توهان تهذيب، ٻولي ۽ ادب ۽
سماج جي نالي تي پوري انسان ذات جي عصمت
فروشي ڪري رهيا آهيو. هن عورت مجبوري ۽
مظلوميت جو شڪار ٿي پنهنجو استعمال (شوشڻ) ڪيو
پر توهان سوچي سمجهي انسان ذات جو استعمال (شوشڻ)
ڪري ڪاٿو ٿا. توهان ته ان وانڍيا کان به ڪريل آهيو،
جا صرف پنهنجي جسم جو استعمال (شوشڻ) ٿي
ڪري پر توهان جهڙن ضمير فروش ڪريل آدرشن
وارن کان ته ان مظلوم عورت جا آدرش ۽ اصول به
عظيم آهن. اوهان جا اصول آهن ٺڳيءَ ممل ڪرڻ.
مظلوم عورتن کي عصمت فروشيءَ جي ڌنڌي ۾ ڌڪي

سماجي برائين جي ناسور ۾ اضافو ڪري رهيو ها. جڏهن
وديادر سوراج اوهانکي ڀلائي ڇڏيان، هر ڪنهن جا
پنهنجا پنهنجا اصول ٿيندا آهن. ۽ مان به پنهنجي
اصول تي قائم رهندس." اهو چئي مايا ڪمري کان
ٻاهر نڪري وئي.

وديادر جو پورو جسم ايمان جي جوالا ۾ ٻرڻ لڳو.
اڄ ڏينهن تائين هن جي آدرشن ۽ اصولن کي ڪنهن
به للڪار جي جرئت ڪانه ڪئي. جڏهن عورت
کي هن سماج لاءِ ناسور بيان ڪيو، ان هن کي ناسور
ڏيئي ڇڏيو. ۽ هن دل ۾ پڪو پڪايو "مايا" مايا نه
رهندي. ڪجهه عرصي کان پوءِ اخبارن ۾ خبر ڇپي
مايا جو لاش نديءَ مان لڌو ويو. اخبارن ۾ آپگهات
جون الڳ الڳ ڪهاڻيون ڇپجڻ لڳيون.

اڄ وديادر جي هٿ ۾ اخبار چهري تي فخر ۽
مرڪ هئي. وشال پنهنجي پيءُ جي اکين ۾ اکيون
وجهندي چيو "ڊيڊي توهان انهن ڇو ڪيو؟"

ان تي وديادر چيو، "وشال مون توکي چيو
ڪين هو هر ڪنهن جا پنهنجا اصول ٿيندا آهن."

ان تي وشال چيو، "ڊيڊي مان به اوهانکي چيو
هو مان به پنهنجي اصول تي قائم رهندس. مايا سان
ميلاپ ۽ وشال ناالي جي شروعات، 'V' سان ٿئي

ٿي "V Stands for Victory." ائين چئي وشال پنهنجي
لونڊڙيءَ تي پستول جو گهوڙو دٻائي ڇڏيو. وديادر
رڙ ڪندي چيو "وشال پٽ هي تو ڇا ڪيو؟

وشال جي زبان مان نڪتو - Victory جي سرتاج
وديادر ڪنهو ۽ اکيون ٻوٽي ڇڏيون. 

# ويرنــا

اڄ اُن کي پنڌرهن ڏهاڙن کان به مٿي عرصو
ٿي ويو آهي پر ويرنا پنهنجي ڳالهه تي اڙيل رهي.
ماءُ پيءُ پنهنجي سڪيلڌي ڌيءَ کي سمجهائي
سمجهائي ٿڪجي پيا. پر هوءَ پنهنجي ارادي تي
اٽل رهي. هن جي زبان تي صرف مهراڻ جو نالو هو.
ٻئي طرف مهراڻ نالي تي ئي گهر ۾ سڀني کي
نفرت هئي پر ويرنا لاءِ مهراڻ ئي هن جي زندگي هو.
ويرنا جا مائٽ مهراڻ کي انتها پسند ۽ دهشت گرد گروه
جو فرد قرار ڏيندا هئا. قوم پرست ٻدران خطرناڪ
انسان قرار ڏيندا هئا. ويرنا کي انهن جي نادانيءَ
تي نه صرف حيراني پر نفرت ٿيندي هئي. جو
مهراڻ ته پنهنجي جيجل لاءِ جان جي بازي لڳائي
رهيو هو جيڪا ڌارين جي غلاميءَ جي زنجيرن ۾
جڪڙيل هئي. جڏهن جيجل ڌارين جي غلاميءَ جي
زنجيرن ۾ جڪڙيل هجي ته پوءِ اُن جا سپوت ڪيئن
سک جو ساهه کڻندا.

مهراڻ ۽ امڙ جي آزاديءَ سان لائن لهڻ جو عهد
ڪيو هو. ويرتا ۽ مهراڻ ٻئي گڏ پڙهندا هئا. ويرتا
جي پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ سندس مائٽن
پنهنجي سڪيلڌيءَ جو گهر آباد ڪرڻ جو سوچيو
هو. مائٽن جي من ۾ پنهنجي اولاد لاءِ ڪئين آسون
اميدون وڌن ٿيون. پر هن جي نگاهه ۾ ويرتا
پنهنجي گهر آباد ڪرڻ بدران برباديءَ جي پارودي
پيار آي عاشياڻو اڏي رهي هئي. سندس مائٽ
ويرتا جو رشتو نفيس سان ڪرڻ پيا چاهين، جيڪو
نه صرف پڙهيل لکيل پر پنهنجي پيءُ ۽ چاچن جي
مال ملڪيت جو اڪيلو وارث هو. جنهن سان لائون
لهڻ آي ويرتا جي اڳيان نه صرف زر زيورن جا
ڍير پر سيوا لاءِ ٻانهن جون قطارون
لڳي وڃن ها. نفيس کي لاڏ ڪوڏ ۽ نزاڪت سان
پاليو ويو هو. نفيس نه صرف نالي ۾ نفيس هو پر
دل جو به نفيس ۽ نازڪ هو. هن کي جيجل جو
زاجهرن ۾ جڪڙيل رهڻ سان ڪو لڳاپو نه هو.
الٽو سندس حفاظت لاءِ هن جي چارون طرف هٿياربند
Body guard موجود رهندا هئا. زندگيءَ جي هرڪا
تفريح ۽ آرائش هن لاءِ ميسر هئي. ويرتا جي ماءُ
پيءُ جي دل نفيس جي ڌن دولت ۾ اٽڪي پئي

هئي. هوءَ پنهنجي ڌيءُ لاءِ خواب ڏسڻ لڳا ۽ انيس
جي ۽ ويرتا کي پنهنجي زندگيءَ جي همسفر بڻائڻ
جي دلي خواهش هئي. پر ويرتا انيس سان طويل
زندگي جي سفر کي طئه ڪرڻ ٻاراڻو ۽ سڀڙو ڀانئي
رهي هئي.

ٻئي طرف مهراڻ جي طوفان سان ٻريل
اٿالڪي زندگيءَ کي ايندڙ پنهنجي خوش نصيبي
ڀانئي رهي هئي. مهراڻ ويرتا کي ڪيئن ٻڌرا سمجهايو
ته منهنجي زندگي منهنجي نه آهي، پر مون پنهنجي
زندگيءَ جي واڳ جهنجل جي حوالي ڪئي آهي،
جا زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي. تون پنهنجي راهه جو
پٿرو بدلي ڇڏ. جيستائين جهنجل جون اهي غلاميءَ
جون زنجيرون نه ٽٽنديون، تيستائين مون لاءِ سيج
اي سمهڻ لعنت آ.

ڪرڪنا لاهي، سک نه سٽا ڪڏهين
ڪاهوڙن آهي، اوسيئڙو ڪنهن پنڌ جو. (شاهه)

ويرتا وراڻيو — ”مهراڻ مان تنهنجي مختصر
زندگيءَ ۾ همسفر بڻجي پنهنجي خوش نصيبي
ڀانئينديس.“

اُن تي مهراڻ چيو، ”ويرتا، توکي نه ڄاڻ آهي
ته منهنجي زندگيءَ جو سفر ڪڏهن ٻئن ۾ نه ڪڏهن
پهاڙي علائقن ۾ نه ڪڏهن ريگستاني علائقن ۾.
منهنجي ٻنيان ته Death warrant لکيل آهن.“

ونرالا مهراڻ جي اکين ۾ نهاريندي چيو، "مهراڻ!
تو مونکي ايترو ناسمجهه ڀانيو آهي جو تون مونکي
شهادت جي معنيٰ سمجهائي رهيو آهين. اڄ کان پوءِ
تون اهڙا لفظ زبان مان نه ڪڍجانءِ."

مهراڻ ۽ ونرالا جي اُن ملاقات کي اڄ پندرهن
ڏهاڙن کان مٿي عرصو ٿي ويو. ٻئي طرف ونرالا ٿي
سندس مائٽن جو زور پار ته تون الميس جي ڪنوار
بڻجڻ قبول ڪر.

اڄ شام کان وٺي آنڌي طوفان هلي رهيو هو.
هوا جي زور سبب در دريون کڙڪي رهيا هئا.
ونرالا جي ماءُ پنهنجي مڙس کي چيو - خبر نه آهي ڇو
اڄ منهنجي دل گهٻرائجي رهي آهي. هيءَ آنڌي
طوفان الائي ڪهڙو قهر نازل ڪندو. ڏسو نه ڪيڏو
نه تيز رفتار جو طوفان آهي. هوءَ ديوانن وانگر
ونرالا جي ڪمري طرف ڀڄندي وئي ۽ ونرالا کي
وڃي چيائين - ونرالا ڏس ڪيڏو نه ڀيانڪر طوفان
آهي. ونرالا جي زندگيءَ ۾ ته اڳ ۾ ئي طوفان هو.
جڏهن طوفان ڪارڻ سندس مائٽ اٿپاڻ هئا. ونرالا
خاموشيءَ سان ماءُ طرف نهاريندي رهي. سندس
ماءُ ٻڪي وڃي ڪمري جا دروازا بند ڪيا. هن
ڌيءَ کي خبردار ڪندي چيو - متان دريون کولين.

ڏسين ته ٿي ڪيڏو تيز طوفان آهي. ويرلا ماءُ
کي وچ ۾ ٿي ڪاٽيندي چيو ـ ”اڄ توهين وڃي
آرامي ٿيو.“

ويرلا جون اکيون ته ڪنهن جي انتظار ۾ هيون.
هن جي من ۾ طوفان ته ٻاهر مهراڻ جي موج هئي.
هوءَ ائين محسوس ڪري رهي هئي ته اڄ هوءَ
زندگيءَ جون سڀئي مشڪلاتون پار ڪري زندگيءَ
جون سڀئي خوشيون ماڻيندي. اهو طوفان پاڻ سان
گڏ تيز هوائن سان گڏ مينهن جا وسڪارا کڻي آيو.
ڪڙڪ ۽ بادلن جي گڙگڙاهٽ. انهن تيز آوازن ۾ دريءَ
تي هلڪي دستڪ ٿي، جا گهر ۾ ڪنهن نه ٻڌي
صرف ويرلا جي من ٻڌي. هوءَ خاموشيءَ سان اٿي
۽ هن جا هٿ دريءَ طرف کڄيا. هن جڏهن دري
کولي ته هن اڳيان مهراڻ بيٺو هو. مهراڻ کي ڏسندي
ويرلا جي من ۾ طوفان ڪڙڪو ٿي ويو. هن جڏهن
دروازو کوليو ته ڏٺائين مهراڻ جو جسم گولين سان
گهايل هو. ويرلا جو چهرو چانڊوڪي واس جيان
چمڪڻ لڳو. مهراڻ کي سهارو ڏيندي چيائين ”مهراڻ
مونکي انتظار هو ـ ته تون ضرور ايندين.“

مهراڻ ورائيو، ”ويرلا مون توکي اڳ ۾ ئي چيو
هو ته تون منهنجو انتظار نه ڪجانءِ، جو منهنجو

انتظار اڄ ۾ ڪير ڪري رهيو آهي. منهنجي زندگي
منهنجي لاءِ آهي .... ...... منهنجو انتظار موت ڪري
رهيو آهي."

ويرتا ۽ مهراڻ جي گفتگو ٿي ويرتا جا ماءُ پيءُ
۽ ڀاءُ ڪمري طرف ڊوڙيا .... .... اُن وچ ۾ طوفان
ٿمجي چڪو هو....... ٻادلن جي گڙگڙاهٽ ۽ وڄ جي
چمڪاٽ شانت ٿي چڪي هئي ......

مهراڻ لڙڪڙائي ڪري، تنهن کان اڳ ويرتا هن
کي پنهنجي ٻانهن جو سهارو ڏيئي جهلي ورتو.
ويرتا جي پيءُ ماءُ چيو - "هن کي ڇڏ ته هتان
هليو وڃي. تنهنجي زندگيءَ ۾ طوفان کڙو ٿئي تنهن کان اڳ،
هيءُ هتان هليو وڃي. هيءُ اگر نه ويو ته اسان سڀني لاءِ
مصيبت ٿي ويندي."

ويرتا ورائيو، "بابا طوفان ته ٿمجي چڪو آهي
مصيبتون ٽري ويون آهن. زندگيءَ جي سفر جو
آغاز ته هاڻي ٿيو آهي. مهراڻ تاريخي سفر پورو
ڪري واپس وريو آهي."

ماڻس ڪاوڙ مان چيو: گڏ زندگيءَ جو سفر ۽......

ويرتا وچ ۾ ٽوڪيندي چيو، "مهراڻ جي
زندگيءَ جي سفر جو آغاز ته اڄ ئي ٿيو آهي."

مهراڻ جي زخمن مان رت جا ريلا جاري هئا. هن
ويرتا ڏانهن نهاريندي چيو، "ويرتا مونکي وڃڻ ڏي

مان تو لاءِ ... .... ...."

ونيتا وچ ۾ ٽي ڪاٽيندي چيو، "نہ مهراڻ مان توکي ان حالت ۾ هرگز وڃڻ نہ ڏيندس."

ونيتا مهراڻ جي وهندڙ سرخ لهوءَ مان آڱر ٻوڙي پنهنجي سينڌ سنواري ڇڏي.

مهراڻ دانهن ڪندي چيو، "ونيتا تو هيءَ ڇا ڪيو. منهنجي زندگي مختصر آ"

هن مسڪرائيندي وراڻيو، "اڄ مهراڻ جي موج سان ونيتا جو سنگم ٿيو آ."

مهراڻ زوردار هڏڪي ڏيئي اکيون ٻوٽي ڇڏيون.

ونيتا جي ماءُ چيو، "تو هيءَ ڇا ڪيو؟

هن چيو، "امڙ! مون جيڪي ڪيو سو ڪيو."

"تون ڏهاڳڻ ٿي زندگي گذاريندينءَ؟" سندس امڙ وراڻيو.

ونيتا چيو، "امڙ مان ڏهاڳڻ ڇو آهيان؟ مون تہ شهيد سان لانئون لڌيون آهن. شهيد مرندا نہ آهن."

ونيتا جي ماءُ چيو، "ڇوري نہ ڪين ٿي آهين ونيتا! هن ڳالهہ جي ڪنهن کي خبر ڪين پوندي. تون پيڪي وڃ. نفيس تنهنجو ئي ڇنڊيءَ سان انتظار ڪري رهيو آهي، تون راڄ ماڻيندينءَ."

وهيرتا ورائيو، "مان سينڌ جي هن سنڌوءَ کي پاڻي وجان. ڪانئر جي زال ٿيڻ سڄي عمر سڪ جي سيج ماڻڻ بدران بهادر جي همسفر ٿيڻ، هڪ رات لاءِ به سهاڳڻ ٿيڻ زندگيءَ جي ڪنهن کي گهڙي لڳاتار مون لاءِ فخر جهڙي ڳالهه آهي."

سهاڳ، رات...... تو کهڙي سهاڳ رات گذاري ...... جدائي ۽ ٿيڻ ...... زندگيءَ جي حقيقت کي ۽ پاڻي وڃ.

اڄ ته وهيرتا جهڙو مهراڻ سان سنگم ٿيو آهي. انوکو سنگم... ۽ اهڙا انوکي ميلاپ جي وير جهجهل کي زنجيرن ۾ جکڙيندڙ ڏاڍن ۽ غدارن کي ٻوڙي ڇڏيندي.

وهيرتا مهراڻ جي پيشانيءَ تي چپ رکي سندس ڪلا شگوفه هٿ ۾ کڻي ورتي.

"ٻانهون ٻانهن ۾ پائي، تو هين مالڪ ملڪ جو."
(سچل سرمست)



# عبرت مئگزين حيدرآباد سنڌ

15th November, 1989

## انٽرويو:- محمد اسلم قريشي

چوندا آهن ته دنيا ۾ انسان جا انسان سان ڪيئي رشتا ۽ ناتا آهن. جن مان ڪي پيار جا رشتا آهن ته ڪي خون جا پر هڪ رشتو ٻوليءَ جو به آهي. ٻولي جيڪا ماءُ به آهي دنيا ۾ سڀ کان مقدس رشتو ماءُ جو آهي. پاڪ پارت جي ورهاڱي ظاهري طرح ته ماڻهن جو ورهاڱو به ڪري ڇڏيو. پر انهن هوندي به ماڻهن جي دلين جو ورهاڱو نه ٿي سگهيو ۽ ٻولي ۽ ٻوليءَ جو رشتو هزارن ميلن جي مفاصلي هوندي به قائم آهي. ورهاڱي کانپوءِ گهڻائي سنڌي هندو خاندان هندستان لڏي ويا. ڪجهه اڳي ڪجهه پوءِ. پر هندستان ۾ به انهن ماڻهن پنهنجي ٻولي سان محبت ذريعي پنهنجي سنڌيت ۽ انفراديت قائم رکي آهي. سنڌي ٻولي سان محبت رکندڙن مان هڪ وينا شرنگي به آهي. جيڪا هند ۽ سنڌ ۾ ڀاڱو

جي سنڌي سروس معرفت تمام گهڻي ڄاڻل آهي. سنڌس مٺن موهيندڙ آواز، سنڌي ٻولي جي ادائگي جو طريقو سنڌس لکن پڙهندڙن ذريعي ظاهر آهي. ويتر شرڪت نه صرف ريڊيو ذريعي مقبول آهي پر هندستان جي ادبي دنيا ۾ به تمام گهڻي سڃاڻپ وٺي ٿي. سنڌس ڪيئي ادبي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. ان سان گڏ ٻاهر هندستان ۾ سنڌي عورتن جي سماجي تنظيم "ماروئي" جي روح رواں به آهي ۽ تازو ئي دهلي ۾ "شاهه عبداللطيف ڀٽائي انٽر نيشنل سيمينار" سنڌس ئي ذاتي ڪوشش سان منعقد ٿيو هو. جنهن ۾ هند ۽ سنڌ مان تمام گهڻي تعداد ۾ سنڌي اديب ۽ عالمن شرڪت ڪئي هئي. سنڌس سنڌي ٻولي لاءِ اهڙي خدمتن جي اعتراف ۾ سنڌس هي انٽرويو پيش ڪجي ٿو.

سوال- اوهان دهلي ۾ ڪڏهن کان رهو ٿا؟

جواب- ادا منهنجو تعلق شهداد ڪوٽ تعلقي سان آهي. منهنجي پيدائش لاڙڪاڻي جي آهي. اسان شهداد ڪوٽ مان 1971 ۾ دهلي شفٽ ٿيا سين. منهنجا ٻيءَ ماءُ ۽ پاڻ اڃا تائين شهداد ڪوٽ ۾ رهندا آهن.

سوال - اوهان آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس جي مشهور اناؤنسر آهيو ۽ اوهان اهو ٻڌائيندا تہ اوهان ريڊيو لي ڪڏهن کان آيا آهيو؟

جواب - آل انڊيا ريڊيو سان منهنجي وابستگي ڪافي پراڻي آهي. سال 1971 کان وٺي آل انڊيا سان منسلڪ آهيان. شروع ۾ تعارف اردو ۽ هندي سروس ۾ ٿيو ۽ اُن ۾ ڊراما آرٽسٽ جي طور ڪي حصو وٺندي هئس. 8 اپريل 1971 کان وٺي آل انڊيا ريڊيو تي سنڌي سروس جو آغاز ٿيو ۽ تڏهن کان وٺي ٿي سنڌي سروس سان وابستہ آهيان.

سوال - اوهان کي سنڌي ٻڌندڙ ۽ پرستارن جا خط ملندا هوندا. اُن باري ۾ اوهان جا ڇا تاثرات آهن؟

جواب - ادا مون کي هر هفتي سوين خط پنهنجي سنڌي سامعين جا ملندا آهن. جن ۾ هند جو پيار ۽ خلوص ۽ پنهنجي مٽي ٻولي سان محبت جو ڀرپور تاثر ملندو آهي ۽ انهن خطن ذريعي ئي منهنجو سنڌ واسين سان رابطو برقرار آهي.

سوال - ريڊيو کان علاوه اوهان جون ٻيون ڪهڙيون مصروفيتون آهن؟

جواب - ريڊيو کان علاوه دور درشن ني وي ٽي کڏهن ڪڏهن رنڱدار پروگرام سنڌي زبان ۾ به ڏيندا آهن، جن ۾ حصو وٺندي آهيان. اُن کان علاوه اسان جي هندستان ۾ سنڌي عورتن جي هڪ سماجي تنظيم آهي "ماروئي" جنهن جون ٻه سرگرميون جاري رکندي آهيان ۽ باقي وقت لکڻ پڙهڻ ۾ گذاريندي آهيان.

سوال- اوهان جا پسنديده فنڪار ڪهڙا آهن؟

جواب - ماسٽر چندر، ڀڳونتي ناواڻي، ڀڳت ڪنور رام، ماني ڀاٽيا، محمد جمن منهنجا پسنديده فنڪار آهن.

سوال - سنڌي ادب ۾ اوهان جو ڪهڙو حصو آهي؟

جواب - ادا جڏهن دل چاهيندي آهي تڏهن ڪجهه نه ڪجهه لکي ڇڏيندي آهيان. هيل تائين منهنجا پنج ڪتاب سنڌي ۾ ڇپجي چڪا آهن. ڪهاڻين جو مجموعو 'زندگي هڪ ناٽڪ'، 'ڪيئن وساريان وڇڙيل'، 'سنڌ جون يادگيريون (هن ڪتاب کي انڊيا ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ طرفان انعام به مليو ۽ هن ڪتاب کي ماسڪو فيسٽيول ۾ به شامل ڪيو ويو.) 'ٻڪا ۽ ٻهوار ڏئي مون ڏٺهن تيا'، 'سنڌ جو

سفرنامون' آهي. 'منهنجي پيشي جا گل و خار'
جنهن ۾ منهنجي دور جون يادگيرون آهن. ان
کان علاوه 'منهنجا معصوم سڄڻ' موادو لاڳ. جي موضوع
تي آهي جنهن کي پڙهندڙن تمام گهڻو پسند
ڪيو آهي.

سوال - سنڌي ٻوليءَ کي هندستان ۾ زنده رکڻ
لاءِ اوهان ڪهڙيون ڪوششون پيا ڪريو؟

جواب- ادا اسان هتي دهليءَ ۾ ڪجهه، پنهنجائي
تي ادبي گڏجاڻيون ڪندا رهندا آهيون. تازو اسان
دهليءَ ۾ هي "شاهه عبداللطيف ڀٽائي انٽرنيشنل
سيمينار" منعقد ڪيو. جنهن ۾ هند ۽ سنڌ مان
تمام گهڻن اديبن ۽ عالمن شرڪت ڪئي ۽ آئينده به
هر سال اهو سيمينار ڪرڻ جو ارادو رکون ٿا.

سوال- پيڻ آخر ۾ سنڌ واسين لاءِ ڪو پيغام؟

جواب- ادا آخر ۾ مان اهو شعر چوندس ته:

"ڪي وڇڙائي ڏور،
ڪي ڏور به اوڏا سورن،
ڪي ڇڙهن نه چت تي،
ڪي وسرن نه مور.



# هند جي سنڌي شاعره، ڪمپيئر ۽ ريڊيو اناؤنسر

# وينا شرنگي



شمشير الحيدري

---

## تعارف

نالو: وينا شرنگي
پيءُ جو نالو: مهراج گوپي ڪرشن
ڄمڻ: شهداد ڪوٽ ضلعو لاڙڪاڻو
ڀارت ۾: 1971ع کان.

1973 کان آل انڊيا ريڊيي ۾ ڊراما آرٽسٽ طور ڪم ڪرڻ لڳي. 1976ع کان ريڊيي لئي مستقل طور سينئر اناؤنسر ۽ ٽرانسليٽر مقرر ٿي.

1983ع ۾، هن ڀارت جي سنڌي عورتن جي سماجي تنظيم "ماروي" نالي سان قائم ڪئي، جنهن

پاران ساڳئي ئي سال هڪ ثقافتي پروگرام وڏي پيماني تي دهليءَ ۾ پيش ڪيو ويو. 1987ع ۾ ”مارنيءَ“ پاران ’شاهه عبداللطيف بين الاقوامي ڪانفرنس‘ دهليءَ ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ سنڌ جي ڪافي اديبن شرڪت ڪئي. شاهه عبداللطيف تي ٻي بين الاقوامي ڪانفرنس تازو 1989ع ۾ دهليءَ ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ به سنڌ جي ڪيترن ئي وفدن شرڪت ڪئي. ”مارنيءَ“ پاران ٽيون ”شاهه لطيف بين الاقوامي ڪانفرنس“ ايندڙ سال بڙودي ۾ ڪوٺائڻ جو پروگرام آهي.

وينا هڪ سٺي ليکڪا ۽ شاعره به آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب سفرنامن ۽ ڪهاڻين جا شايع ڪرائي چڪي آهي.

هوءَ ”سنڌ گ ايجوڪيشن ايسوسيئيشن“ پاران ڪوٺايل ”سچل انٽرنيشنل ڪانفرنس“ ۾ ڀارتي اديبن جي وفد سان گڏجي سنڌ آئي ۽ ڪانفرنس جي سمورن نشستن ۾ شريڪ رهي. هن سچل سرمست جي پيغام تي هڪ مقالو پڙهيو ۽ مشاعري ۾ به شامل ٿي. ”پارس“ پاران ساڻس ڪيل ڳالهه ٻولهه اسين هن پرچي ۾ شامل ڪري رهيا آهيون. ڳالهه ٻولهه لاءِ پئنل ۾ شامل اديب هي هئا:

شمشير الحيدري، هدايت بلوچ، نسيم حيدري، ساجده شيخ ۽ مجيد پنهور انهيءَ موقعي تي طارق اشرف، غلام نبي مغل، تنوير عباسي به موجود رهيا. (ش - ا - ح)

---

هدايت :- اسين توهان جا ٿورائتا آهيون جو توهان اسان جي ليمڊ ٽي سچل انٽر نيشنل ڪانفرنس ۾ آيا. اسان کي اڻين لڳو ڇو توهان اسان جا مهمان نه پر گهر جا ڀاتي آهيو. توهان کي هت اچي ڇا محسوس ٿيو؟

وپدا : مان توهان سان بلڪل متفق آهيان. مونکي ائين لڳو نه آئون ڪانفرنس ۾ شريڪ نه پر ڀاڱي آرگنائيزر آهيان يا ڪو حصو آهيان. هتي تمام سٺو ماحول هو. حالانڪ ٻهراڻون ٻيرو ڏاڍا ۽ چهرا پڌا ۽ ڏٺا آهن. تڏهن به اهڙو ڪو احساس ڪونه ٿو ٿئي نه اسين مهمان آهيون، يا هت سنڌ ۾ پاسپورٽ ذريعي آيا آهيون، اهي فارملٽيز ذهن ۾ اڀرن ئي نٿيون.

مون مشاعري ۾ به حصو ورتو ۽ هڪ سيشن جي سيڪريٽري جا فرض به انجام ڏنا. مشاعرو تمام وڏي پئماني تي هئو. اسان وٽ هند ۾ اهڙي وڏي پئماني تي مشاعرا نه ٿيندا آهن. اسان وٽ شاعر به محدود آهن. هت تمام گهڻا شاعر ۽ تمام وڏا شاعر به هئا. انهن

جي اڳيان پڙهيو ڪـــلام پيش ڪندي مولکي ڪو
احساس نہ ٿيو جيئن لوس ايس وغيرہ جو ٿيندو
آهي. ڇو نہ هيءَ دلين جا جذبا آهن جيڪي انسان
پيش ڪري ٿـــو، جيڪي داد ملڻ اُن سان همت
افزائي ٿي آهي.

ساجده: توهان ادبيا ۾ عورتن جي فـلاح لاءِ
"ماروي" تنظيم قائم ڪئي آهـــي، اُن جا ڪهڙا
مقصد آهن.

ويدا: اسان وقت هند ۾ سندي ٻـولي ۽ ڪلچـر
لوڻن ۾ آهي. اُن کي بچائڻ ۽ اُن جي واڌاري لاءِ
هيءَ تنظيم قائم ڪئي اٿئون. ادب کان ڪٽجي ويا
آهيون، جنهن جي لاءِ اسان "مـاروي" تنظيم جو
پليٽفارم ٺاهيو آهي. جنهن تان ادبي ۽ ڪلچر پروگرام
ڪري رهيا آهيون. هند ۾ عورتن ۾ ٻوليءَ لاءِ چاهہ
پيدا ڪرڻ ۽ غريب عورتن جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ
اسان جي مقصد ۾ شامل آهي.

نسيم: توهان هند ۾ تازو شاهہ لطيف ڪانفرنس
بہ ڪرائي هئي اُن جا ڪهڙا اثر ٿيا؟

ويدا: هند ۾ اسان انٽر نيشنل ليول تي ڪانفرنس
ڪوٺائي هئي، جنهن جو مقصد هئو تہ پڙهندڙ ٻوليءَ
کي ٻين ماڻهن تائين متعارف ڪرايون. اسان وقت

ڪيترائي اهڙا به ماڻهو آهن جن کي ڪا خبر ئي
ڪونهي ته هند ۾ به ڪو سنڌيءَ ۾ لکيو ٿو وڃي.
يا ڪو سنڌي ادب به آهي. وڏن ليکڪن کي ڇڏي
ڪري، عام ماڻهو کي اهو سڌو لڳو ۽ انهن ڪانفرنس
۾ حصو ورتو. ٻيو ته ڀارت ۾ جيڪي نيشنل ليول
تي ٻيون ٻوليون آهن سا ٻيا جيڪي تعلق رکندڙ
صوبا آهن، نيشنل ٻوليءَ جي حوالي سان، ان تائين
اسان انٽرنيشنل ڪانفرنس جي حوالي سان انهن تائين
اسان جو پيغام پهتو.

شمشير: هند ۾ سنڌي رسالن ۽ اخبارن جي
صورتحال ڪهڙي آهي.

ونيتا: رسالا ۽ اخبارون تمام گهٽ ٿا نڪرن،
پڙهندڙن جو تعداد ڏينهون ڏينهن گهٽجندو ٿو وڃي.
باقي اهو اثر ضرور ٿئي ٿو ته جڏهن سنڌ مان اديب
اچن ٿا ته انهن کي ڏسي شوق ۾ ڳالهائڻ ٿو لڳي،
ڪچهريون ٿين ٿيون ۽ انهن سنڌي ٻولـــي ڳالهائڻ
شروع ٿا ڪن ۽ اها هڪ وڏي ڪاميابي آهي. انهن
آهستي آهستي قافلو وڌندو ٿو رهي.

شمشير: توهان کــي جڏهن سچل ڪانفرنس ۾
شرڪت لاءِ سڏ مليو ته، توهان جا ڪهڙا احساس هئا.

ونيتا: جڏهن مولڪي ڪانفرنس جي دعوت ملي

ته ڏاڍي خوشي ٿي، اچڻ لاءِ فارملٽيز پوريون ڪرڻ ۾ آءٌ ايترو مصروف ٿي ويس جو احساس ٿيو ته پيو ٿئي ته پروگرام ٺهندو يا ڊهندو پر اميد هئي سنڌ ضرور ڏسندس. مون ٻهران ته منع ڪري ڇڏي هئي پر پوءِ اوچتو ئي اوچتو پروگرام ٺهي ويو. شايد سچل سائين کي عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ به سنڌ ۾ ڪو داڻو پاڻي لکيل هئو.

شمشير: توهان جڏهن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪيو ته ڇا محسوس ڪيو؟

ويدا: مونکي هتي تمام سٺيون ۽ وڏيون تبديليون محسوس ٿيون. ڀارت جي ڀيٽ ۾ هتي ادب ۽ ٻولي لاءِ تمام سٺو ڪم ٿي رهيو آهي. هتي سنڌي ماڻهن تمام گهڻا آيل هئا ۽ ٽيئي ڏينهن موجود هئا. هتي ٽيم ورڪ به آهي. جيڪي مصروف آهن سي به وقت ڪڍي شرڪت ڪن ٿا. عورتن جو به وڏو تعداد موجود هئو. اسان وٽ سنڌي فنڪشن ۾ ايترا ماڻهو نه ايندا آهن. هتي آءٌ اهو چوندس ته اسين پٺتي پئجي ويا آهيون ۽ توهان سنڌ وارا اسان کان تمام اڳتي وڌي ويا آهيو ۽ ترقي ڪري رهيا آهيو. ڪنهن وقت اسين اهو سوچيندا هئاسين ته سنڌ جا ماڻهو پرديدار آهن ۽ اسين شهري ماڻهو آهيون.

اسين وڌيڪ ڪم ڪري سگهون ٿا. پر هتي توهان اسان کان وڌيڪ ڪم ڪري رهيا آهيو ۽ عورتون توهان سان ٻانهن ملائي ٿي ڪم ڪري رهيون آهن.

شمشير: ان جي نسبت ۾ اوهان کي هندستان ۾ ڪيتري قدر ماڻهن جو سهڪار آهي، "ماروي تنظيم" جي سلسلي ۾؟

وِملا: اِن ۾ مان اهو چوندس ته جڏهن اسان ڪم شروع ڪيوسين ته ڪڏهن به ٻڌڻ ۾ ڪو نه هئو، اُنهن سوچيو ته شايد هيڪڙو مذاق آهي. پروگرام انهن ۾ ٿا ڪن ۽ سرڪاري سطح تي موڪل نه ملندي هئي جو چاليهن سالن ۾ ڪڏهن ڪنهن هن شيءِ کي ڪيو ئي ڪو نه هئو. جڏهن اسان ڪانفرنس ڪئي ته سڀني اهو ئي چيو ته اهو عمل ۾ نه ايندو. پهرين دفعي ته هر هڪ ماڻهو چيو ته اسان شريڪ نه ٿيون ۽ پوءِ نه ٿئي ته اسانجي ڳالهائي ٿي پوندي جڏهن پهريون ڀيرو اهو ڪامياب ويو ته پوءِ ٻيهري اسان سڀني کي چيو ته ڪميٽي ٺاهيو... اهڙي طريقي سان مختلف ادارا اچڻ لڳا ته اسان چيوسين بهتر ٿيندو ته سڀئي ملي ڪري ڪم ڪيون. اسان کي دادا آدم ۽ سنڌڙيءَ طرفان پورو ساٿ آهي. هن ڪڇ ليکڪن جو به ڪجهه ساٿ آهي. اسان اهو چونداسين ته آهستي

آهستي جڏهن هدن کي احساس ٿيندو ته اها هڪ حقيقت آهي ۽ تمام سٺو مقصد آهي ته پوءِ هو سڀئي شريڪ ٿي ويندا. ڇو جو سچائيءَ کي پرکڻ لاءِ ته وقت کپي.

شمشير: اوهانجي تنظيم ته آهي زناني مارئي تنظيم، اوهان اهو ڪهڙي نموني سان توقع ڪئي ته دهليءَ ۾ جتي اديب تمام گهٽ آهن ۽ عورتون اديبائون آهن ئي ڪون، اوهان ڪهڙي آسري تي اها تنظيم قائم ڪئي؟

ويدا: ڇا اديب ئي تنظيم قائم ڪري سگهن ٿا، ڇا ورڪر کي پنهنجي ٻوليءَ ۽ اُن کي وڌائڻ لاءِ حق ناهي ڇا؟ مان توهان کان اهو سوال ڪندس.

شمشير: منهنجو مطلب آهي ته پارٽ جا جيڪي مرد اديب آهن، سي اُن ۾ ڪيتري قدر سهڪار ڪن ٿا؟

ويدا: مان توهان کي ٻڌايان ته دهليءَ ۾ فاصلا تمام پري پري آهن. جيڪو جتي مقامي سطح تي فنڪشن ٿيندو آهي اهي ئي ماڻهو شرڪت ڪندا آهن. ڇو جو رات جو واپس وڃڻ ڪرڻ جو مسئلو ٿيندو آهي. بمبئيءَ جي ٻي ڳالهه آهي. اُتي رات جو به سواري ملي ويندي آهي. اسان جي دهليءَ ۾ ته

اهو وڏو مسئلو آهي. ليڪن توهان نه ڏٺا دهليءَ ۾
شايد پنج يا ڪٿي ڏهه، وڏا ڇٽو اهي آهن ۽ انهن
جي داڙهي آهي نه ڪار. ڇو جو اُتي اهڙي
قسم جون گڏجاڻيون ٿينديون ئي ڪانهن اها نه
انهن جي لاءِ هڪ ننڍين ڳالهه ٿيندي آهي.

شمشير: اوهانجي تنظيم سماجي تنظيم آهي پر
هندستانين توهان جهڙي ڪانفرنسون ڪيون آهن
سي گهڻو ڪري ادبي ڪيون آهن، پر سماجي ڪم
نه ڪيو آهي.

وديا ـ نه سماجي به آهي، ادبي به آهي ۽ ڪلچرل
به آهي.

شمشير: اوهان کي اتي جهڙي پيون ٿوراڻي
وارئون قومون آهن، انهن جو ڪجهه سهڪار
حاصل آهي.

وديا: مثلاً ٿوراڻي وارئون......؟

شمشير: يعني اتي نه اردو به ٿوراڻيءَ واري
ٻولي ڇٽي؟

وديا: انهن کي توهان ٿوراڻي وارا نه ڇٽو نه.
انهن جا گهڻائي اورد وغيره آهن. ٻولي ۾ به انهن
کي پنهنجو آرگنائيزر ڪيو ويو آهي. انهن کي نه

مڪمل تعاون آهي. ٻيون علائقائي ٻوليون انهن
چوڏهن ۾ انهن جو مڪمل تعاون آهي ۽ اهو چوڻ
آهي ته توهان اهو ڪيو، اسان جو توهان سان
مڪمل تعاون آهي. انهن مدد به ڪئي آهي، پراس
۾ ۽ جيڪي نيشنل روزانه اخبارون آهن انهن به
ساٿ ڏنو. هي ٻهراڙون پورو آهي جو سنڌي فنڪشن
کي اهڙي سطح تي، قومي اخبارن ڪوريج ڏني.
اهو اڄ ڏينهن تائين ٿيو آهي.

شمشير: توهان جي تنظيم آهي جنهن جي حوالي
سان توهان سماجي ڪم ڪري رهيو آهيو. پر
توهان ليکڪ به آهيو ۽ ان جي ڪري توهان کان
اهو پڇڻ مناسب ٿيندو ته وڏا وڏا شهر جتي اسانجي
گهڻي آبادي آهي اتي هندي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو
صورتخطي جو جيڪو مسئلو پيدا ٿيو آهي اتيءَ جو
مستقبل ڇا ٿيندو؟

ويڻا: اِن ۾ ته اسان اهو ٿا چئون ته جيڪي به
ورڪ ڪن ٿا، حمايت ڪن ٿا پنهنجي زبان ۾، اهي
خود اِن تي عمل نه ٿا ڪن. اگر اهي عمل ڪرڻ
شروع ڪندا ته ڪجهه ڪاميابي ٿي سگهي ٿي ۽
اُنهن خود ترجمو نه ڪيو آهي، يا پنهنجا ڪتاب اُن
ٻوليءَ ۾ ڇپرائڻ کان گهٻرائين ٿا. تنهنڪري پنهنجي جي

حالت خراب آهي.

شمشير: اوهان وقت هن سال لطيف ڪانفرنس ٿي هئي ان ۾ اها خواهش ڏيکاري وئي هئي ۽ اهو اعلان ڪيو هئو ته اوهان جي ماروي تنظيم ڪوشش ڪندي ته جلدي پارس جي سنڌي ماڻهن جي لاءِ "شاه لطيف سينٽر" قائم ڪيو وڃي ان سلسلي ۾ ڪا ڪارروائي اوهان شروع ڪئي آهي يا ڪو سهڪار مليو آهي.

ويدا: توهان کي ڄاڻ آهي ته اسان اڳي اعلان ڪيو سين ته دهلي ۾ لطيف سينٽر جي نالي سان قائم ڪيون ان لاءِ اسين پابند آهيون ۽ ڪوشش ڪنداسين.

شمشير: ان سلسلي ۾ توهان سان گورنمينٽ تعاون ڪندي؟

ويدا: اسان کي پورو يقين آهي ته حڪومت تعاون ڪندي ۽ هن سيمينار ۾ به سرڪاري سطح تي هن ويزا وغيره جي سلسلي ۾ به مڪمل تعاون ڪيو. اهي به اسان ۾ ڪوتاهيون آهن جو اسين حڪومت کان پورا فائدا نه ٿا وٺي سگهون. پر تنهن کان اڳ ۾ چوندا آهن ته پاڻ تي ڀاڙجي. ان جي لاءِ مان سنڌين کي چاهي هند ۾، سنڌ ۾، ولايت ۾،

پيا جتي بہ رهن ٿا اُنهن کي چوندس تہ اچي ڀرپور
تعاون ڏين تہ اسين پنهنجي محنت لي لطيف سينٽر
دهليءَ ۾ قائم ڪرايون ۽ سنڌ وارن، سنڌي ٻارن،
ٻچڙن کي بہ اپيل ڪيان ٿي.

شمشير : سنڌي ٻولي، سنڌي ادب، سنڌي تعليم
جي باري ۾ ڪيتري قدر سرڪاري سهڪار حاصل
آهي ؟

ويدا : سرڪار وٽ تمام گهڻا فنڊز آهن، جيڪي
اڪيڊميز آهن ۽ اسڪولن جي لاءِ بہ تہ توهان اهي
کولڻو، پڙهائڻ لاءِ تہ فنڊز ڏيڻ لاءِ سرڪار تيار آهي.
پر ڇا هي اسان جي بدقسمتي نہ آهي تہ هر هنڌ
ليڪن ڇا گروپس هوندا آهن اُهن جي ڪري
فنڊز ڪٽجي ٿا وڃن ۽ اُهي واپس هليا ٿا وڃن لکن
جي تعداد ۾.

شمشير : اوهان وٽ اهڙيون تنظيمون آهن
جيڪي ان قسم جون رڪاوٽون ٿاهن ۽ اهو خرچ ڪن ۽
واپس ڪرڻ جي بجاءِ استعمال ٿئي ؟

ويدا : نہ اسان وٽ اهڙيون تنظيمون بہ نہ آهن
۽ رڪاوٽون بہ نہ آهن. جيڪا دهليءَ ۾ سينٽرل هندي
دائريڪٽوريٽ آهي، تنهن مان صرف ڏهن سنسٿائن
فائدو ورتو آهي. اهي ٻيئي جون آهن. اهو بہ اُن

جي ڪري جو اُنهن جا ماڻهو اُتي موجود آهن.

شمشير: ڀارت ۾ اُلهاس نگر هڪڙو مثالي شهر آهي. جتي سنڌين جي تمام گهڻي آبادي آهي. اُتي ساڍا ٽي لک ماڻهو هڪڙي شهر ۾ رهن ٿا. اُتي جيڪي بازارون آهن اُنهن ۾ اهو ئي طريقو آهي جيڪو اسان وٽ هتي سنڌي بازارن ۾ هئو. جيئن بورڊ سنڌيءَ ۾ لڳل آهن. ماڻهو سنڌي ڳالهائين ٿا پر جيتري قدر اُتي ٻاهرين آبادي بي آهي، سا وڌي رهي آهي، توهان ڇا ٿا سمجهو ته اُلهاس نگر جو مستقبل ڇا آهي هڪ سنڌي شهر جي حيثيت ۾؟

ويدا: ان جي باري ۾ مان اهو چوانديس ته جيڪي اُتي رهن سي سڀ اُتان جا لوڪل ماڻهو آهن.

شمشير: اهي ڪير آهن؟

ويدا: اُتي اسان اگر گجرات وينداسين، گجراتي هوندو. ڪڇ ۾ وينداسين، ڪڇي هوندو. مهاراشٽر ۾ وينداسين، مهاراشٽري هوندو اهڙي طرح سان اهي لوڪل ماڻهو هوندا پر اُنهن سان ملي جلي رهڻ ۾ ته اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي ڪا. پر ڇا آهي ته جيڪو واپاري ڪلاس اهو استعمال ڪري ٿو. اسان جي سنڌي ڪميونٽيز ۾ به اسان جو واپاري

ڪلاس آهي ان جي ڪري توهان ڏسندؤ ته ٻه رهيت
دالهن ڪندو آهي، ان جا ٻه نتيجا ٿيندا آهن،
مختلف طريقن سان.

مجيد: ٻاهرين آبادي سان اها صورتحال ٿي
سگهي ٿي جيڪا اسان وٽ آهي؟

ويدا: اتي اها صورتحال نه ٿي ٿي سگهي.

شمشير: اتي اها صورتحال نه آهي، اهو جيڪو
تصادم آهي اهو انهن وٽ نه آهي. ڳالهه اها آهي
ته هڪڙو مثالي شهر اوهان اڏيو، اتي اتري آبادي
ڪني ڪٿي. اتي ٿورو گهڻو جيڪو ثقافتي رنگ
ڏسڻ ۾ آيو. ٻوليءَ جو يا پنهنجي لباس جو. اٺي
وهٽي، ڪاڏو پيتو. ان ۾ اهو هڪڙو سنڌي ڪلچر
سو پنهنجي جاءِ تي محفوظ ٿو رهي. هاڻ جيڪڏهن
ٻاهرين آبادي وڌي ته تصادم ته نه ٿيندو پر اها
شيءِ جنهن جي اصل شڪل آهي سا وڃائجي ويندي
۽ هڪڙو واحد شهر آهي جتي گهڻي ۾ گهڻي آبادي
سنڌين جي هڪڙي هنڌ آهي.

ويدا: توهان اجمير ۾ به ڏسندؤ ته ڪافي
سنڌي آهن.

شمشير: ها پر اتي آبادي نه آهي. اجمير ۾،
امبٽي ۾، ٻڙودا ۾ يا رائپور وغيره ۾ اتي جيڪي

علائقا آهن اُتي ڪافي تعداد ۾ سنڌي رهن ٿا پر
هڪڙو مخصوص، هڪڙو محدود قسم جي جهڪا
سوسائٽي آهي، اها صرف احساس لڳڻ ۾ آهي.

ويدا: اُنجي لاءِ مان اهو چوندس ته سنڌي اُن
ڳالهه کي زور شور سان ڪڻن. اُتي چولستان لاڳاندڙا
به آهن.

شمشير: اُتي اسيمبلي ۾ نمائندو سنڌي آهي.

ويدا: مولڪي ٽاڙين چوان جئي خبر ناهي پر
هيسٽائين چونڊيندا آيا آهن ڪافي سنڌي اُتي
ميونسپالٽي وغيره ۾ به آهن. اهڙي ڳالهه ڪانهي.
صرف چا آهي ته زور شور سان ڪوشش واڻا گهرجن
يا جهڪڙهن ڪو به ماڻهو ايمانداريءَ سان ڪوشش
وٺي ٿو ۽ پيو ٻڌائي ٿو ته پوءِ اهو مقصد پنٽي
ڏڪجي ٿو وڃي.

شمشير: سنڌي ٻوليءَ جون ڪي اخبارون نڪرن
ٿيون يا رسالا نڪرن ٿا؟

ويدا: ايترا نه، ڪجهه نڪرن ٿيون جيڪي هڪ
پمفليٽ جيترو آهي، اُن قسم جون نڪرنديون آهن.

شمشير - دهليءَ مان ڪا سنڌي اخبار نڪري ٿي؟

ويدا: نه دهليءَ مان ڪانه ٿي نڪري.

شمشير: دهليءَ مان ڪو ماهوار رسالو نڪري ٿو؟

ونيتا: نه بلڪل نه. دهليءَ ۾ نه سنڌيءَ جي پريس ئي ڪانهي. اجمير ۾ پريس آهي پر اُتي ڇپائي جي ڏاڍي ڏکيائي آهي.

شمشير: ڪتاب اوهين ڇپيو ٿا نه، گهٽ ۾ گهٽ ڪيتري تعداد ۾ ايڊيشن ڇپيو ٿا؟

ونيتا: پنج سؤ. سڀني ۾ سڀنو جيئن ته بازار شامل جو، ان جو ست سؤ يا هزار ڪاپيون. اهو به ان جي ڪري جو سڀئي اڪيڊميز ڪي اهن وٺنديون آهن جيڪي ان کان وٺي ڇڏينديون. هاڻي هڪڙو ليکڪ آهي سو ڪتاب جون پنج سؤ ڪاپيون ڇپائي ڏيڍ سؤ ڪاپيون وٺي ۽ ساڍا ٽي سؤ ڪاپيون وڪڻائي، ته توهان اهو سمجهي سگهو ٿا ته ادب ۾ ڪيتري دلچسپي هوندي.

شمشير: ته اسان جي ادب جي اوسر جي صورتحال اِها آهي جو ماڻهن ڪانهن ڪتاب پڙهڻ جي لاءِ! هڪڙو ته محدود تعداد ۾ ٿا ڇپجن. ۽ انهن کان پوءِ اهي پوري طرح سان وڪرو به نٿا ٿين.

ونيتا: نه، خريد ئي ڪونه ڪندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪو ڇپائڻ وارو آهي سو به نه سگهائج ٿيئي ٿو.

ساجده: پوري توهان کان اهو پڇڻو آهي ته اُتي

سنڌي اديبائون ڪيتري تعداد ۾ آهن ؟

ويدا : مان توهانکي ٻڌايان ته تمام ٿوري تعداد ۾ آهن. اهي به ڏهليءَ ۾، نه ته بلڪل ٿـي ناهن ۽ بمبئي، احمدآباد، اجمير وغيره ۾ جتي سنڌي ڪافي آهن ڪجهه اديبائون آهن پر انهن جي همت افزائي نٿي ڪئي وڃي.

مجيد : سنڌ جي جيڪا موجوده صورتحال آهي ان تي اتان جا اديب ڇا ٿا محسوس ڪن.

ويدا : نه اتي هتان جي ڪابه ڳالهه محسوس نه ٿي ڪئي وڃي.

شمشير : اوهان وٽ اهي انٽر شاديون جيڪي ٿيون آهن، خود تنهنجي خاندان ۾ ٿيون آهن ۽ اهو جيڪو سلسلو آهي سو اسان وٽ به هليو آهي. پـر هتي اڃان ايترو ڏپ ڏاءُ ڪونهي. جيڪو هتي آهي چاڪاڻ ته ٻيا گهڻا پاسا آهن جن ڪان اسان کي خطرا آهن. سنڌي ٻوليءَ جي، سنڌي ساهت جي ٿاه لـه آئون سمجهان ٿو ته اها شيءِ اڀارڻا نه ڏٿا ڪن. ڇو جو ڪجهه مجبوريون نه آهن. گهڻيون ٻوليون آهن. پاڻ ۾ ڏئي وٺي سگهجن. پر آئون سمجهان ٿو ته جيڪا حقيقت واقعي پنهنجي جاه تي ٿئي پئي ان مان ته اهو خطرو آهي چاڪاڻ ته پار سنڌي

نہ ٿا ڳالهائن.

ويدا: نہ اسان جي پنهنجي ڪوتاهي آهي. پيءُ سنڌي آهي نہ امي سان سنڌي ٻوليءَ ۾ نہ ڳالهائيندو تہ پوءِ ظاهر آهي تہ ٻار سان لنڊي هونـدي جيڪا ٻولي ڳالهائي ويندي اُن جو ئي اثر ٿيندو.

شمشير: معنيٰ تہ اسان ٻہ - ٻہ چار - چار مـــاڻهو وڃائيندا وڃون تہ جيڪو بہ ايندڙ نسل اچي پيو.

ويدا: اهو تہ ايندڙ نسل آ. جيڪو پهرئين وارو نسل آهي هتي ڪراچيءَ ۾ جنهن تعليم ورتي جن هتي شاديون ڪيون، اهي ئي چون ٿا تہ اسان کي سنڌي نہ ٿي اچي. اها حالت آهي.

ماجده: ســاڳي تنظيم جـي حوالي سان توهان جيڪو ڪم ڪيو ٿا، اُن سلسلي ۾ سنڌ مان توهان کي موٽ ڪيتري ملي آهي؟

ويدا: سنڌ مــان تمام سٺو سهڪار مليو آهي ۽ اميدن کان وڌيڪ پيار، قرب ۽ تعاون مليو آهي.

نسيم: اسان جي نوجوان اديبن کي شڪايت آهي تہ وڏا اديب انهن کي اڳتي وڌڻ جو موقعو نٿا ڏين. اُتي جي نوجوان اديبن جي صورتحال ٻڌايو.

ويدا: اِن لاءِ مان ائين چوندس تہ اُتان جي نوجوان اديبن جي هتان جي نوجوانن کان وڌيڪ بري حالت

آهي. اُني اگر ڪو پروگرام ٺهي ٿو، ۽ اُن ۾ صرف
نوجوان اديب ئي آهن ته ان پروگرام ۾ هڪ ته وڏا
اديب اچڻ ۾ عيب ٿا سمجهن ۽ ٻيو ته هو اُن پروگرام
کي ڪامياب ٿي نه ٿا ڏيڻ ڏين. ڇو ته اُن ۾ ڪنهن
وڏي اديب جي شموليت نه آهي. سندا شاعر، ڪهاڻيڪار
آهن. اُنهن کي پنهنجي گهرجي يا اُنهن کي همٿائڻ
گهرجي، اهڙي پروگرام ۾ هنن کي ڪا به دلچسپي
ڪانهي جنهن ۾ نالي وارا ماڻهو نه اچن.

مجيد: هڪڙي ڳالهه اها آهي ته ورهاڱي کانپوءِ
اديبن لاءِ بندش آهي ته هند جا اديب سنڌ نه ٿا
اچي سگهن ۽ سنڌ جا اديب هند ۾. ٻهراءِ وغيره
پيش ڪندا آهن. ڪو مذڪور ڪندا آهن. ڪو
اڙاو تڙاو ايمان ڏئي ڇڏيندا آهن. هند ۾ اُن سلسلي
۾ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون ويون آهن.

ويدا: هند ۾ ته اسان طرفان لطيف سيمينار ۾
ڪوشش ڪئي هئيسين.

مجيد: منهنجو مقصد آهي ته سرڪار ٿائين اُن
ڳالهه کي پهچائڻ لاءِ ته سنڌ جا اديب هڪ ٻئي وٽ
اچن وڃن. اُن ۾ ڪهڙيون ڪوششون ڪيون آهن،
هند جي اديبن طرفان الي هندستان ۾.

ويدا: اديبن طرفان ته ڪا اهڙي خاص ڪوشش

ڳالهه ڪٽي وئي آهي. جيڪڏهن ڪن ها تہ اڄ
تائين ڪامياب ٿي وڃن ها.

مجيد: توهانجي مارئي تنظيم ان سلسلي ۾ ڪجهہ
ڪرڻ چاهي ٿي يا نہ.

ويدا: ان لاءِ اسان پوري ڪوشش ڪري
رهيا آهيون.

ساجده: هند ۾ سنڌي عورتن جي سماجي حالت
ڪيئن آهي.

ويدا: اتي جي عورت تمام ايڊوانس آهي ۽
اُهن جا ڊس ائڊوانٽيج اڪري آيا آهن. هتي جو
ماحول بلڪل الڳ آهي ۽ اُتان جو ماحول بلڪل
الڳ آهي. جيتري قدر برابري جا حق تہ سڀئي
کي آهن. پر تڏهن بہ اُتي جي عورت کي اهي مسئلا
نہ هوندا جيڪي هتي جي عورت کي آهن.

ساجده: ڇا اُتي جي عورت ۾ سماجي سجاڳي
ناهي؟

ويدا: نہ سجاڳي تہ آهي پر چاهي تہ ڪيترن ڳوٺن
وارن عورتن کي اڄان اهڙي مسئلا درپيش آهن،
شهرن جون عورتون ڪٿي نہ ڪٿي پنهنجي مسئلي
جو اظهار ڪن ٿيون، ان جو حل تلاش ٿيون ڪن،
ڏور ڀراڙن ۾ عورت هڪ تہ اڻپڙهيل آهي، هن کي

ٻاهر جي دنيا جي خبر ڪانهي. هاڻ تعليم ۾ ترقي
تي آهي ۽ عورتن جون تنظيمون به ڳوٺن ۾ عورتن
لاءِ ڪم ڪن ٿيون. اسان وٽ نه پر ٻيون عورتون
ڪم ڪري رهيون آهن.

مجيد: سنڌ ۾ وڏن شهرن مان سنڌي ميڊيم ختم
ڪيو پيو وڃي. هند ۾ سنڌي ماڻهن لاءِ سنڌيءَ ۾
تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا مسئلا آهن؟

ويدا: اسان وٽ آزادي آهي. ڪو به ماڻهو
ڪهڙي به سبجيڪٽ ۾ پڙهي يا پرچا ڏيئي سگهي
ٿو. سرڪار طرفان ڪنهن به قسم جي رنڊڪ
نه آهي.

مجيد: هند ۾ سرڪار سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري
لاءِ ڪوششون وٺي ٿي؟

ويدا: جي بلڪل، اسان وٽ ڪم ڪرڻ جي
آزادي آهي. جيترو توهان ڪم ڪندو، سرڪار به
اوترو ئي تعاون ڪندي.

مجيد: توهان ڇهن ڏينهن کان هتي ڪراچيءَ ۾
آهيو. نه ڪيترا سنڌي وڏا اديب نوجوان ۽ ٻيا
ماڻهو ڪانفرنس ۾ آيا ۽ توهان سان مليا آهن توهان کي
ڇا محسوس ٿيو آهي؟

ويدا: انهن سان ڪافي خيالن جي ڏي وٺ ٿي

آهي ۽ اُنهن مـــان ڪافي ڪجهه سکڻ جو موقعو مليو آهي.

شمشير: سنڌ جي ماڻهن لاءِ ڪو پيغام ڏيڻو آهي، هتي جي عورتن لاءِ هتي جي ٻارن لاءِ، نئين ٽهيءَ جي لاءِ، جنهن ٽهيءَ جون اوهين ٻارڙا آهيو.

ويدا: پيغام ته وڏا ماڻهو ڏيندا آهن.

شمشير: اسان کـــي ننڍي ماڻهوءَ جو وڏو پيغام کپي.

ويدا: اسين ملي جلـــي ڪري ڪم ڪريون ۽ وير ويڇا مٽائي هڪ ٻئي سان ڀائرن ٻيلي ٿي رهون. پنهنجي ٻولي ۽ اَدب کي وڌايون ۽ اهڙا سلسلا هلندا رهن. جيڪي پيغام آهن صوفي شاعرن جا اُنهن جي اصولن، مقصدن کي نظريو بڻائي اسان اڳتي وڌون.

پارس - جنوري 1990



ساڃاهه جنوري فيبروري 1990

# هند جي سنڌي اديبا

# وينا شرنگيءَ کان انٽرويو

- ضاڪي صوبو ۽ دلشاد ڀٽو

ساڃاهه: هندستان ۾ سرڪار سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪيتري سهڪار ڪري رهي آهي؟

وينا: ڀارت سرڪار ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ طور تسليم ڪيو آهي. ان کان علاوه هر صوبي ۾ سنڌي اڪيڊميون به قائم ڪيون ويون آهن. جن ۾ مختلف شعبا آهن، جهڙوڪ اشاعتي شعبو ۽ تحقيقاتي شعبو وغيره هاڻي سرڪار وٽ سنڌي بورڊ قائم ڪرڻ جو منصوبو زير غور آهي. اڪيڊمين کي ملندڙ فنڊ ايترو نه جهجهي انداز ۾ هوندا آهن، جو سمورا خرچ ڪڍڻ جي باوجود به ڪافي پئسا بچي پوندا

آهن. جيڪي هر سال حڪومت کي واپس ڪيا ويندا آهن. فنڊز کي مڪمل طرح استعمال نه ڪري سگهڻ اڪيڊمين جي پنهنجي ڪمزوري آهي، جنهن کي پاليسين وسيلي درست ڪري سگهجي ٿو.

ساڃاهه: هندستان جو سنڌي اديب ۽ ادبي حلقا سنڌي ادب جي اوسر لاءِ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن ؟

ويندا: اسان وٽ سنڌي اديب صرف اهو ٿڪيڪائي ڪم هٿ ۾ کڻي ٿو، جيڪو سرڪار طرفان ڪيس ذميواري طور ملي ٿو. باقي پنهنجي سر انهن ۾ ادبي خدمت جو جذبو نه هئڻ جي برابر آهي. جيڪڏهن هندستان جو اديب لڳاتار سان ڪم ڪري ها ته اڄ هندستان ۾ سنڌي ٻولي اڳ ئي ڪٿان جو ڪٿي پهچي وڃي ها.

ساڃاهه: هندستان اندر سنڌي ادب جا ڪهڙا موضوع آهن يا ڪهڙن سماجي مسئلن تي لکيو وڃي ٿو؟

ويندا: هندستان اندر سنڌي اديبن سماجي مسئلن کي تمام گهٽ ڇهيو آهي، ڇاڪاڻ ته سماجي مسئلا ايتري شدت سان اسان وٽ محسوس ڪو نه ٿا ٿين.

البت اڄ ڏينهن تائين ورهاڱي ۽ سنڌ مان لڏ پلاڻ
وارو مسئلو هندستاني اَدب ۾ جذباتي حد تائين
موجود آهي. ورهاڱي جي مسئلي کانسواءِ غير ملڪي
ڇوڪرين سان شادي ۽ شاديءَ کان بعد پيدا ٿيندڙ
مسئلن کي اڪثر ڪري اسان جي اَدب ۾ کنيو وڃي
ٿو. نه ته گهڻي ڀاڱي لکڻ لاءِ اَديب کي موضوع به
پاڻ کي ڳولهڻا پوندا آهن.

ساچاهه: هندستان اَندر سنڌي اَدب جي حوالي
سان ڪيتريون ادبي تنظيمون ڪم ڪري رهيون
آهن؟

ونا: هندستان ۾ هونئن ته اڪيچار تنظيمون
موجود آهن پر انهن جو ڪردار ٻڙ ڪواهي. ڪافي
ادبي تنظيمن جو ته اهو حال آهي، جو انهن جا
عهديدار ڳولهي به ڪو نه لڀندا آهن. اهڙن گهڻين
اَدبي تنظيمن جو هجڻ ڪنهن وڏي اَدبي جاڳرتا جو
نتيجو نه آهي. ٻئي اَديبن جي اندر گروه بنديون ۽
هڪ ٻئي ڏانهن نه سهپ وارا رويا آهن. اهي ئي سڀئي
عملجو ڪارڻ آهي. هندستان اندر حالت اها آهي جو
هر ڇهن ۽ پنجن اَديبن جي تنظيم اَلڳ آهي. تنهن
هوندي به پنج ۽ ڇهتريءَ وغيره ۾ هڪ ٻه اَدبي
تنظيمون اهڙيون آهن، جيڪي ڪجهه نه ڪجهه

فعال رول ادا ڪن ٿيون.

ساڃاهه: هندستان ۾ ڪم ڪندڙ ٻين ادبي تنظيمن جو سنڌي ادب ۽ سنڌي اديبن ڏانهن ڪهڙو رويو آهي؟

وينا: هندستان ۾ ڪم ڪندڙ ٻين ٻولين جون ادبي تنظيمون اسان ڏانهن ۽ سنڌي اديبن حلقن ڏانهن تمام سٺا ۽ همت ڏياريندڙ رويا رکن ٿيون. پر ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ سنڌي ادب ايڏو سگهارو نه آهي جو پنهنجا ڀرپور اثر ڇڏي سگهي. ڇو ته سنڌي ٻوليءَ ۾ هندستان جي مختلف ٻولين جا ايترا ته لفظ شامل ٿي ويا آهن، جو سنڌي ٻوليءَ جي اصل شڪل ئي بگڙجي وئي آهي. جنهن اسان جي تخليق ۽ اسان جي ادب کي هيٺ ڪري ڇڏيو آهي. اسان جي تخليق جو اهو ڪمزور پهلو ٻيا ادبي حلقا شدت سان محسوس ڪن ٿا. پر ان جو کلي اظهار ڪرڻ کان پاسو ڪندي ٿي واري اسان جي ادب کي ڪوريج ڏيڻ ۽ ان ۾ دلچسپي وٺڻ کان لنوائيندا رهندا آهن.

ساڃاهه: هندستان ۾ ڪيترا سنڌي رسالا نڪرن ٿا ۽ انهن جي پڙهندڙن جو تعداد ڪيترو آهي؟

وينا: اندازا ڏهن کان ٻارهن رسالا نڪرن ٿا، پر

اُنهن جا به مختلف سان هڪ ٻيا به پرچا ٿي نڪرندا
آهن، ته ڪي گهڻي ڀاڱي هڪ اڌ پرچي کانپوءِ رسالا
نڪرڻ تي بند ٿي ويندا آهن. ڪجهه رسالا اهڙا
آهن، جيڪي مستقل چوڻجن ٿا. جهڙوڪ: رچنا،
ڪونج، سوجهرو ۽ سنگيتا وغيره. پر اهي به اڪثر
صحيح وقت تي اچڻ بجاءِ دير سان ٿي نڪرندا آهن.
اُنهن مان به گهڻي ڀاڱي نڪرندڙ رسالا اَدبي گهٽ ۽
ڪمرشل وڌيڪ هوندا آهن، جن ۾ فنڪارن جا وڏا
وڏا فوٽو، سئنيمائن ۽ واپارين جا اشتهار ۽ وڏن ماڻهن
جي فوٽن جي ڀرمار هوندي آهي، جنهن ڪري انهن
رسالن جو وڪرو سرڪاري ادارن يا لئبررين تائين
محدود آهي. گهڻي ڀاڱي اَديب پنهنجي پنهنجي
رسالن ۾ هڪ ٻئي جا فوٽو ۽ انٽرويو ٿي شايع ڪندا
رهندا آهن. ان ۾ رسالي ڪڍڻ واري جو ڏوهه به
گهٽ هوندو آهي. هڪ ته اسان وٽ ايتريون اَدبي
تخليقون ڪونه ٿيون ٿين، جيڪي رسالن ۾ شايع
ٿينديون رهن. ٻيو پڙهندڙن جو تعداد گهٽو هجڻ
ڪري رسالن جو وڪرو تمام گهٽ ٿئي ٿو. ان ڪري
رسالا پنهنجي ڇپائي جو خرچ به نٿا ڪڍي سگهن.
اُنهن کي جيڪڏهن ڪمرشل بنيادن تي به هلايو
وڃي ته اهي رسالا نڪرڻ تي بند ٿي وڃن. انڪري

سنڌي ٻوليءَ کــي زندهه رکڻ لاءِ ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان انهن سنڌي رسالن جو شايع ٿيڻ تمام ضروري آهي.

ساچاهه: سنڌ اندر سنڌي ادب جي اوسر بابت اوهانجي راءِ ڇا آهي؟

ونيا: سنڌ اندر سنڌي ادب تمام وڏي ترقي ڪئي آهي. ادب جي سڀني ۾ هتي نوان نوان تجربا ٿيا آهن ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ نون اديبن جو هڪ وڏو حلقو اڀري آيو آهي. جيڪو سماج کي سگهارين ۽ ڪارج ٻڻاون لڳاتيئون ڏاڍي رهيو آهــي. ڪيترا اهڙا سنڌا اديب موجود آهن جيڪي هندستان تائين اڃان متعارف ٿــي نه سگهيا آهن. اسان وٽ اڃان تائين صــرف ابراهيم جويو، شيخ ايــاز، شمشير الحيدري، قمر شهباز، تنويــر عباســي، خيرالنساء جعفري، نورالهداشاه ۽ حميد سنڌي ئي سڃاتــا ويئن ٿا. پر هتي اچي ڄاڻ پئي آهــي ته سنڌي ادب ڪافي شاهوڪار ٿي چڪو آهي ۽ تمام تيزيءَ سان پنهنجو معيار وڌائي رهيو آهي.

ساچاهه: هندستان ۾ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تان سنڌي پروگرامن کي ڪيترو وقت ڏنو وڃي ٿو؟

وينا: ڄئپور، بمبئي، احمد آباد ۽ دهليءَ تان نشر ٿيندڙ ريجنل ٻولين جي پروگرامن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي به وقت مليل هوندو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ نشر ٿيندڙ پروگرام اڌ ڪلاڪ کان هڪ ڪلاڪ دورانيي جا هوندا آهن. وقت وڌائڻ جي گنجائش البت اڃا موجود آهي.

ساجاهه: سنڌ ۾ منعقد ٿيل بين الاقوامي سچل ڪانگريس بابت اوهان جا تاثرات ڇا آهن؟

وينا: سچل ڪانگريس ۾ سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪندڙ ڳالهه ڪارڪنن اندر نظم، ضبط، ٽيم ورڪ واري انداز ۾ ڪم ڪرڻ جو جذبو ۽ مقصد سان خود سپردگيءَ جي حد تائين وابستگي هئي. سچل ڪانگريس ۾ سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن پنهنجا ڪم ڏاڍا سنڀالي ايتري ته وڏي انداز ۾ اچي شرڪت ڪئي جو ايڏي وڏي انداز بابت اسان هندستان ۾ تصور به نه ڪري سگهون. ان مان ٻه ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون. هڪ ته ادب تخليق ڪندڙن جو هڪ اهڙو حلقو وجود ۾ اچي چڪو آهي، جيڪو ماڻهن کي معياري ادب ٿو ڏئي. ٻيو سنڌ ۾ ادب دوست ماڻهن جو هڪ جهجهو تعداد پيدا ٿي چڪو آهي، جيڪي سنجيدگيءَ سان اديب جي تخليقن کي پڙهن

ٿا ۽ داد ڏين ٿا. سچل ڪانگريس ۾ ”ٻڌندڙن جو
تعداد ۾ خاص متاثر ڪندڙ هو ۽ انهن جنهن انداز ۾ اهي
موجود شاعرن کي ٻڌو ۽ ان مان لڳو پئي ته سنڌ اندر
ادب ڏيندڙ ۽ ادب ٻڌندڙن جو هڪ سنجيده حلقو
جڙي چڪو آهي، جيڪو سنڌي ادب جي اوسر ۾
معاون ثابت ٿئي ٿو. سچل بين الاقوامي ڪانگريس
۾ سنڌي دانشورن، سچل جي فڪر، زندگي ۽ شاعري
تي جيڪي مقالا پڙهيا انهن سچل جي فڪر ۽ زندگي
جي اهڙن ڇرڪائيندڙ گوشن کي اسان جي آڏو پڌرو
ڪيو، جيڪي هندستان ۾ رهندڙ سنڌي نسل کان
اڃا تائين لڪل آهن. مونکي اهو اعتراف ڪرڻ ۾
ڪو به عار محسوس نٿو ٿئي ته اسان وٽ هندستان ۾
سچل لاءِ ان انداز ۾ اڃا ڪم ڪو نه ٿيو آهي. هڪ
ٻي خاص شيءِ جنهن ڏاڍو متاثر ڪيو اها سرڪاري
حلقن پاران سچل ڪانگريس جي سرپرستي ۽
همت افزائي هئي. هتي جنهن انداز ۾ اديبن ۽
دانشورن سان سرڪار سهڪار ڪيو آهي، اهو هڪ
اتساهيندڙ عمل آهي. هندستان ۾ 1987ع ۾ سنڌي اديبن
پاران شاهه لطيف ڪانفرنس ملهائي وئي هئي. مان چاهيان
ٿي ته ٻنهي ملڪن ۾ ڪنهن سطح تي وري به اهڙيون

ڪوششون ٿيڻ گهرجن. هن سموري سٽاءَ ۾ سڀ کان
وڌيڪ قابل ذڪر موضوع سچل قافلو آهي. قافلي ۾
سڀ کان وڌيڪ خوشي ڏياريندڙ عمل وڏي تعداد
۾ سنڌي ماڻهن جي شرڪت هئي، جنهن عمل سنڌ
۾ سماجي جاڳرتا جو احساس ۽ سنڌي عورت جي
معاشرتي آزاديءَ ڏانهن پهرين وک آهي. سچل قافلو
سنڌ ۾ جتي به ويو اتي سنڌي ماڻهن ۽ ٻارن سنڌ
جي روايتي انداز ۾ اسان جي آجيان ڪئي. آدرڀاءَ
جا اهڙا نه جذباتي منظر ڏسڻ ۾ آيا، جن اسان جي
لون ۾ لون ۾ ڪالبداري ڇڏي. اسان ان خلوص ۽ محبت
کي نا زندگي وساري نه سگهنداسين. سچل قافلي
جي توسط سان اسان شاهه لطيف، سچل سرمست،
قلندر شهباز، مخدوم بلاول جي درگاهن تي حاضري
ڀرڻ جو مان حاصل ڪيو، جنهن جو عام حالتن ۾
اسان تصور به نه ٿي ڪري سگهياسون. هڪ خاص
ڳالهه، ان سفر دوران جيڪا مون شدت سان محسوس
ڪئي. اها سنڌ جي تاريخي جڳهين تي خصوصا
ساڻ ٻيلي ۾ لڳل بورڊ صرف سنڌي ٻوليءَ ۾ هئا.
جيڪي سنڌيءَ سان گڏ اردو ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ به
هجڻ کپن ها. ڇو ته اسان سان هلندڙ ٻين قومن جا
اديب، بلوچ، پٺاڻ ۽ پنجابي سنڌي بورڊ پڙهي نه

پڙهي سگهيا، ان ڪري منهنجي راءِ آهي ته سنڌ جي ڳوٺاڻي ڇوڪرن لئي بورڊ مختلف ٻولين ۾ هجڻ کپن، جيئن اسان جي تهذيبي ورثي کان ٻيون قومون به چڱيءَ ريت واقفيت حاصل ڪري سگهن. سنڌ کي گهڻو ڪانئون محسوس ٿيو ته سنڌ ۾ ساوڪ تمام گهٽ آهي. منهنجي اها خواهش به آهي ته سنڌ جي ماڻهن کي اپيل به ته سنڌ جي سونهن ڀري ڌرتيءَ جي خوبصورتيءَ کي وڌائڻ لاءِ ان ۾ ساوڪ پوکڻ، قدرتي منظرن جو اضافو ڪندا رهن.

سوال: ڇا هندستان ۾ سچل لاءِ ڪو اهڙو پروگرام منعقد ٿي سگهي ٿو؟

ويدا: تازو 2، 3، 4 سيپٽمبر 1989ع تي هندستان اندر اسان جيڪا ڪانفرنس منعقد ڪئي هئي ان ۾ شاهه، سچل ۽ ساميءَ لاءِ هڪ هڪ ڏينهن رکيو ويو هيو، باقي اسان جي اها ڪوشش رهندي ته انهن شخصيتن مان هر هڪ شخصيت لاءِ الڳ الڳ ڪانفرنسون منعقد ڪيون.

# مشهور ڀارتي سنڌي اديبا
# وينا شرنگي

سچ پچ ۽ ساٿيهه ڪهڙي اداسيءَ وسري
هيف لهڻن کي هوءَ وطن جهڙن وساريو.
(ڀٽ ڌڻي)

عزت ڀريا معزز

صدر، پياري ڀيڻ سنگهه، مهمان آڪاشوڻيءَ جي ڏال ڏامس، ڪلي جي سوز ۽ قلم جي مٺاس جي مالڪ گهڻن ڪتابن جي خالق، آل انڊيا ريڊيو براڊڪاسٽنگ جي ٽرجم نگار ۽ سنڌي ڪارهه ڪرم جي اناؤنسر ڀيڻ وينا شرنگي، اعزازي مهمان ۽ اسان جي سنڌ جو پڙاڏو ڪندڙ آس پاس جا آيل سڀ دوستو مهمانو! جيئي سنڌ جيئي لطيف.

سڀاڳ سڄڻو!

هڪ رات جي وقفي ۾ تيار ڪيل هيءُ مقالو پڙهڻ کپي، ۾ ڪور ڪري ڪو ته سگهندو پر پوءِ

۽ مذهبي مذمت ڪجهه ڪارائتي ثابت ٿيندي.
سبب ڪان اڳ اهو به واضح هجي ته آئون ڪو تمام
وڏي درجي جو اعليٰ حيثيت وارو هڪ اڪر
لي ٻٽسن ولسن وارو ليکڪ ڪونه آهيان. مذهبي
تصديق شايد ڪڏهن ٻار جي ٻولي هجي تمام سولي
هجي پر پوءِ به جي سمجهه ۾ نه اچي ته ان لاءِ
اوهان جي ٽاليم وٺڻ لاءِ معافي ڏيندا.

” ناتي ڏٺيءَ جي ٻڙو تار مذهب جو،
آهيان اندر تماڻي........“

”ڪٿن راجهاڻان ٿوڪي ڪٿن پرڇاڻان ٿوڪي،
ڏس ڪو ڏانءُ ........“

جو آواز اٿو ڪان ايندڙ ڪڪرن کي مجبور ڪري
وسائيندڙ سرڪ اسٽيشن تي سر ڪان ڏار ڪيو ويو.
انسان انسان جو قتل ڪونه ڪيو پر خدا خود خدائي
جو قتل هڪ انسان جي هٿان ڪرائي ڇڏيو.
اي ٻنياد مذهبي جهيڙن ۾ سوين هزارين سنڌي هندن
جو قتل ٿيو. سر جي ٽوپي، ملڪيت ۽ مائيا جي موهه
۾ ڪيترائي سنڌي هندو ديس ڇڏي وديس اسهڻ لاءِ
تيار ٿي ويا. هڪ اهڙي آواز سان سر-درد دانهن جنم
ورتو. ”وڃن ٿا وڃن ٿا پکيڙا وڃن ٿا، ڇڏي ديس
ٻهڪجو اڏاڻا وڃن ٿا ......“ جنهن جي آواز ڪيترن

ئي سنڌي هندن سان وچي هندستان ۾ هنڌ ڪيو .
ڪيترن ئي سڃاڻ سنڌي اديبن فنڪارن کي پڻ سنڌ
ڌرتي ڇڏڻي پئي. دادا هري موٽواڻي، ڪرشن کٽواڻي
گوبند مالهي، نارائڻ ڀارتي، موتي پرڪاش، ڪلا
پرڪاش، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ نارائڻ شيام سان گڏ
ڪيترن ئي کي سنڌ ڇڏڻ جو ايترو ڏک ٿيو هوندو
جيترو ٻرهميءَ کي ٻرهمڪا کان جدا ٿيڻ جو، ٻار
کي ماءُ کان جدا ٿيڻ جو. سينڌي کي ڏک ۽ درد
ٽورا ۽ پيڙا کي قلم جي طاقت سان ظاهر ڪرڻ
شروع ڪيو . ڌرتيءَ جو فراق مجازي عشق ٻڌجي
واو ۽ سينڌي منزل کي وسڻ لاءِ اُن عشق جي اندر ۾
ٿيڻ شروع ڪيو . اهو دؤر 1947ع جو ظالم دؤر
جڏهن ۾ سنڌي ۽ سنڌين کان محبت ۽ ميسڻ، سر ۽
سور، ڪل ۽ خوشي، سک ۽ شانتيءَ جي دنيا ي وسي
وئي. سنڌ کي مليل انگريزن کان آزادي وري
غلامي ۾ تبديل ٿي وئي .

پر 1971ع ۾ هڪ ٻيو درد اڀريو هڪ جسم جو حصو، هڪ
ڏيهه جي هڪ ڪلاڪار جي ڪلا هڪ واٽيءَ جو ورڪو
اديب شرنگي سنڌ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي. هن سنڌ ڇو ڇڏي؟
ڪهڙيون مجبوريون سانس پيش آيون ؟ پـل ڪٿي

انهن ٿي سمجهجي ته هيءَ ناري سنڌ ٻاهر ڇڏي وئي
پر هڪ ڳالهه پڪي ۽ واضح آهي ته ادي ويدا سنڌ
کان ٻاهر ته وئي آهي پر سنڌس سنڌ جي سڪ ۽
مارن جي اڪير ڪري ڇڏي اٿس. ادي ويدا اڄ ۾
شايد ڪو گيت ڪو غزل ڪا ڪهاڻي ڪو مضمون
سنڌ ۾ رهندي ڪري لکيو تخليق ڪيو هجي پر
سنڌ ڇڏڻ بعد اديءَ لاءِ ۽ سنڌي ادب لاءِ هڪ شيءِ
ڪارائتي ثابت ٿي ته اديءَ ويدا ”ڪيٽن وساريان
ويڙهيچن“ هڪ ڪتاب تخليق ڪيو. اسان جي
بدقسمتي ته ڪتابن ٿي بندشن ۽ حڪومت جي
من مانين سبب اسين اهي ڪتاب پڙهي ڪونه
سگهيا آهيون. پر مون هڪ انڊين اخبار جي
ڪٽنگ جيڪا ”پکا ۽ پنهوار ڏاتي مون ڏيکهن ٿيا“
۾ لکيل آهي ان ۾ انهيءَ ڪتاب بابت پڙهيو ۽
ڳالهه ادي ويدا سان ملاقات بعد به خبر پئي ته
ان ڪتاب ۾ ڇا لکيل آهي. ”ڪيٽن وساريان
ويڙهيچن“ شهدادڪوٽ ۾ گذاريل ڏينهن جي يادن
جو مجموعو آهي. ڪتاب جي ٽائيٽل تان ٿي لڳي
پيو ته ڪتاب ۾ ڪيتري جان آهي. واقعي هڪ
وطن جي ڇانو ۾ گذاريل گهڙي به ڪونه وسرندي
آهي. ٿي نه سنڌ ۾ جنم کان وڇوڙي تائين جا

ڏيهن هئا. آلي مٽي سان رانڊ ڪري واريءَ جا
ٻي جان گهرڙا ٺاهڻ ڪن گهڻين مان روز گڏجي جا
واقعا ڪيئن نه وسري سگهن. سنڌي عام ٻارڙن جي
ٿاماس جيئان اديءَ ويٺا ڪڏهن گهر ۾ يا گهر کان
ٻاهر وڃي مٽيءَ جا يا واريءَ جا گهرڙا ٺاهيا
هوندس ۽ کيس اها خبر هيٺئر پئي
هوندس ته اهي گهرڙا ڪيترا ڪچا ٿيندا آهن.
ٻچڻ جن وڏڙهين ۾ اچا وڏڙهيا وسندا هجن اهي
ته وساري نٿي ته نه سگهجن. انهيءَ ڪتاب جي
ايتري ته جئه جئه ڪار ٿي جو "يونين ايجوڪيشن
مسٽري آف انڊيا". انهيءَ ڪتاب ٿي اديءَ ويٺا
ڪي ايڪالي هزار روپيه نقد ۽ معرفت سرٽيفڪيٽ ڏنو.
انهي ايتري وڏي ايوارڊ مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو
ڪتاب ڪيترو وڏو اٿئو آهي. سنڌي ادب جي
انهي خدمت جا اسين سنڌس ٿورا مڃون ٿا.

ٻيڻ جي وطن سان سڪ ۽ اڪير جو هڪ ٻيو
سرچشمو آهي. انڊيا ۾ "مارئي" نالي سنڌي ناري
سنگت جو وجود وجهڻ. اڊي انهيءَ سنگت طرفان
ڪيترائي ميڙاڪا الڳان ڪندي رهي آهي. سنڌي
استرين ۾ سنڌي ساهتيه ۽ سڀيتا سان محبت جو
جذبو جاڳائيندي رهي. ڪيترن غريب سنڌياڻين

جي حفاظت ڪندي رهي ۽ سنگت آچاريءَ کي پڻ زور وٺرائيندي رهي. پنهنجي وطن سان محبت ڪيتري آهي. اُن لاءِ اهو مثال ئي ڪافي آهي ته هن هندستان ۾ رهندڙ سڀني سنڌي استرين کي مارئي جو سبق سيکاري رهي آهي.

"مارئي" سنسٿا طرفان ساليانو هڪ پرچو نڪرندو آهي (انگريزي ۾) جنهن ۾ سنسٿا جي سرگرمين جي رپورٽ شايع ڪئي ويندي آهي. هڪ پرچي ۾ اَدي سنگت قائم ڪرڻ جا سبب ڄاڻائيندي هڪ شاهه جو بيت انگريزيءَ ۾ ڏنو آهي.

It is the custom of my fold,

To sell their loved in return of God,

I have been brought to AMAR KOTS' place,

How can I with misde meanor my self disgrace?

Within me longings for my humble hut throp,

How can your places me of that.

هيءُ بيت شاهه صاحب جي سر مارئيءَ جي هن بيت جو ترجمو آهي:

"ايءُ نه مارن ريت جيئن سيڻ مٽائين سون لئي،

اچي عمر ڪوٽ ۾ ڪندين ڪالهه ڪريم،
پکن جي پريت ماڙين سين نه مٽيان.”

نفسيات جي حوالي سان هڪ سنڌيا جو نالو ”مارئي“ رکڻ ۽ ان حالتي جا سبب جاڳائيندي مٿون بيت پيش ڪرڻ ثابت ٿو ڪري ته. اَدي وينا وديس ۾ رهندي مارئيءَ واري حال ۾ آهي. هيئن اُتي رهڻ سندس مجبوري اٿس. اَديءَ کي وطن سان ڏاڍي سِڪ ۽ اڪير آهي. سندس اهي بيت ڏيڻ ساڻس ئي عڪاسي ڪري ٿو.

پڻ وينا گهڻ طرفي شخصيت آهي. سندس آل انڊيا ريڊيو تان سنڌي ڪاريه ڪرم جي اناؤنسمينٽ ڪرڻ اٿس. آواز اهڙو جهڙو ڪوئل جي ڪوڪ. ريڊيو تان پيش ٿيندڙ ڪلام ڀل ڳائي نه، وڻندڙ هجي پر اَديءَ جي اناؤنسمينٽ ڪرڻ بعد اهو ضرور وڻيو وڃي.

ادي وينا 1971ع بعد سنڌ جي سينڌ ڏسڻ لاءِ وري 12 سالن بعد 1982ع ۾ واپس آئي. روڊن تي جڏهن لاش هئا، جڏهن سنڌي ماڻهن مسلسل آمريت ظلم جبر ۽ ڏاڍ خلاف آواز بلند ڪيو هو. جڏهن مورو، مهڙ، دادو ۾ گهوٽ ڪُٺا، اَدي تڏهن سنڌ ۾ آئي. اَديءَ ڏٺو هوندو ته سنڌ سان ڪيترو ڪُس

ٿيو ڪيترو ظلم ٿيو. سنڌين گهڻن ۾ ماريو ٿي ويو.
ڪيترا ئي حوالا سنڌس ڪتاب "ٻڪا ۽ ٻنهوار
ڏٺي مون ڏينهن ٿيا" ۾ ڏنل آهن.

هڪ دوست انڊيا ويو اُتان آنديءَ ڪيس مٿيون
ڪتاب جيڪو سنڌ جي ٻارڙا تي لکيل هو،
ڏنائينس ڪتاب جون ڪاپيون طالب المولىٰ، ڊاڪٽر
تنوير عباسي ۽ ٻين ڪيترن ڏٺيون هيون. ان دوست
ڊاڪٽر عباسيءَ جي ڪاپي موڪلي ڏني ۽ آئون ڪراچي
کان خيرپور اچي رهيو هوس. ٽرين جي سفر ۾
اِهيءَ ڪتاب کي ڪافي پڙهيم. ڪتاب ۾ آديءَ
جيڪو اميج پنهنجي گهر ۽ سنڌ لاءِ رکيو هيو اهو
پورو ڪونه ٿو ٿئي. حالتون کيس وڌيڪ خراب نظر
اچڻس لڳيون. سنڌ جي اُن ماحول آديءَ کي ڪافي
سوچڻ تي مجبور ڪيو هوندو ته وطن ۽ وڏڙن سان
اهي حال ٿيا آهن. ڪتاب ۾ لال اُڏيري، مهرن جي
مقبرن، ڪراچي کان حيدرآباد ۽ اُتان کان ڳوٺ تائين
جو سفر تمام سهڻي نموني لکيل آهي. هڪ هنڌ
اُڏيري لال جي زيارت تي لکيل آهي ته آدي ويا
سائين اعجاز قريشي ۽ ٻين سان گڏجي لال اُڏيري تي
ويٺي آسي هڪ وڻ آهي جنهن تي چڙهي ڪابه
پاس پاسي هڪ ڌاڳو ٻڌبو آهي ۽ اها پاس ضرور
پوري ٿيندي آهي. جڏهن اها پاس پوري ٿئي ته

اهو ڏاڍو وڃي ڪولهو آهي، ادي الي پاس پاسي
ڏاڍو پڌو دنيا جي هر تمنا دور ڪري پاس کهڙي
پاسيالين ادي صرف اها دعا گهري ته آل الله پا ٿان
هڪ پئي اسان شام جو سنڌي نشريات شروع ٿئي.
آئون سمجهان ٿو ادي جيڪڏهن ڪو هيرن جو هار
ڪا مڻين جي مٽ گهري ها ته ڪيس اها به مليس ها
چاڪاڻ ته ادي جي اها پاس پوري ٿي ۽ واپس
پهچڻ سان ڪيس پڌايو ويس ته سنڌي ۾ هڪ پئي
نشريات شروع ڪئي پئي وڃي ۽ سڄو هفتو پروگرام
هلندا رهن ٿا.

اي ڏيس واسيو سنڌ ۾ هنن پڪين جي محبتن جي
اوهان کي کهڙي خبر هي ڏرلي سان محبت انتري
ڪندا آهن جيئن پار ماءُ سان ۽ پکي پنهنجي آکيري
سان. هنن جي محبتن جا مثال ڪيترا ڏئي ڪيترا
ڏجن. گذريل سال دادا هري موٽواٽي سان رهاڻ
ٿي. رهاڻ ۾ دادا روئڻ شروع ڪيو جڏهن سنڌ کان
زبردستي جدا ٿيڻ جو ۽ لاڙڪاڻي کي ڇڏڻ جو ذڪر
ڪيو ته دادا جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. مون ۾
سگهه نه هئي ته اُن پاڻيءَ کي ڪيئن سالڏي رکان
چاڪاڻ ته ڏرلي جي اکين لاءِ وهايل هڪ ڳوڙهو
مون لاءِ وڏو قيمتي آهي. انهن ڳوڙهن مان ڪاش
آئون ميندي تيار ڪري سنڌ جي ٿيئن نسل کي،

واڻين کي گهوڙن کي شادين ۾ لڳايان ها ۽ کين
بعد اهو ياد ڏياريان ها ته ان ڌرتي لاءِ وهايل ڳوڙهن
جي ڳرهيل مٽيءَ جي لاڪ جي صدقي سنڌ ڌرتي
لاءِ ڪجهه ڪريو.

سنڌي ادب ۽ سنڌي سڀيتا سان سندن ايترو
پيار آهي جو هو اسان کان گهڻو ڪئيو ٿا وڃن اديءَ
ويدا ٻيا پڻ چار ڪتاب تخليق ڪيا آهن. سندس
هڪ ڪتاب پنهنجي انٽرويوس تي مشتمل "منهنجي
ٻيڻي جا گل و خار" آهن. ٻيو ڪهاڻين جو مجموعو
زندگي هڪ ناٽڪ آهي. هن ڪتاب تي اديءَ کي
"انهن زندگي" طرفان ايوارڊ هزار ۽ ميرٽ سرٽيفڪيٽ
مليو آهي. اديءَ جو هڪ ٻيو ڪتاب جنهن ۾ پنهنجي
آتما سان رشتن بابت بحث ڪيل آهي، ڪتاب جو نالو
آهي "منهنجا معصوم سپنا". اديءَ جو هڪ ٻيو
ڪتاب ڇپائي هيٺ آهي اهو ڪهاڻين جو مجموعو
آهي "اڻ کليون اکيون". ادي سنڌي ساهت ۾ تمام
تيز وڃي رهي آهي. هي هر صرف ٻڪ ٻوڙ ڪندڙ
سنڌي ناري وڏين خدمتن جي خالق ۽ وڏين صلاحيتن
جي مالڪ آهي. ڌٽي شل اها ذات هميشه لاءِ قائم
رکيس. اسان جا اديب هڪ طرفو هلندي ٻه حالتن
جو شڪار ٿي وڃن ٿا. ڪنهن مٽي ٿي موهجي
پئسن جي لالچ ۾ اچي حقيقتن تي پردا وجهڻ

شروع ڪن ٿا ۽ ادي وڃا انهن جي اُتر وديس ۾
رهندي آهي سنڌي عورت ساڻ پيار سنڌي ساهتيه
سڄيتا ۽ شاهه جي پيغام سان پيار اٿس سنڌس شاهه
جي پوئلڳيءَ هٿڻ ڪري شاهد اهي سٽون آڏو
اٿس ٿو.

سڙان، پڇان، ٻڄران، لڇان ۽ لوچيان.
ان ۾ لنولس پوئن جي پيان سه پيان.
جي سمولب مدهن ڪريان ته سر ڪياڪي نه ٿئي.
(لطيف)

ڪڏهن ڪڏهن ڪن شين جي ملڻ سان جستجو ۾
ماڻهو اڃي وڃندي آهي. ادي وڃا چاهي ته اڄ ئي
هتي رهي سگهي ٿي سنڌس اباڻو گهر ۽ اباڻا اڄا
هتي اٿس پر شايد پنهنجي محبوب سان ملي جلدئي
ڪي ماڻو ڪرڻ ڪون ٿي گهري ۽ نظرون شاهه صاحب
جي انهن سٽن ۾ اٽڪيل ٿو.

ڪولهيان ڪولهيان ۾ لهان شال ۾ ملان هوت،
جامن اندر ۾ لوچ سا ملڻ سان ماڻي ٿئي.

جيڪا تڙپ اديءَ جي من ۾ سنڌي ادب ماڻهن
۽ ثقافت لاءِ هند ۾ رهڻ ڪري موجود آهي شايد
واپس وڃڻ ۽ هتي رهڻ ڪري نه پيدا ٿئي. اديءَ جي
ادب:جي شروعات ئي "ڪيڏن وساريان وڃڙيئن" سان
آهي. ۽ اها تڙپ دوري ئي آهي جنهن ڪري

اديب اخلاق ڪرڻ شروع ڪيو هئو. اميد آهي ته
اها تڙپ هميشه قائم رهندس.

منهنجين ڪچين ڦڪين ڳالهين اوهان جي ايتري
ٽائيم جو زيان ڪيو آهي. اوهان جي مهرباني جو
اوهان منهنجا ٻاراڻا ٻول ٻڌا. اديب جي مهرباني
جنهن اسان کي پڙهڻ جو ٽائيم ڏنو.

مٿين ٽپڪ ٽڪڙا ڇڪيندڙ ٻيا اچن ڪڙٻون کي
ٻڪليون ٻکهر س ٻيرن اي وڙ وڏهين مون لوڏائين
لڳا.

انهيءَ بيت سان آئون پنهنجي جڳهه وٺندس.



# ڀيٽ

## ( وينا شرنگيءَ جي سنڌ اچڻ تي )

هي ٻيڙيون قطارون ۽ آڙيون اڏامون
هي سنڌوءَ ڪنارا، تنهنجي لاءِ آهن .

سڀئي ورڻ تنهنجا، سڀي ڇانو تنهنجي
هي رستا هي چارا، تنهنجي لاءِ آهن.

الڙ ۽ آلاپيا يا لسر ۽ ٻرپا جي
سڀ سر سارا، تنهنجي لاءِ آهن .

دوازن جي ڏرلي، ڀٽائيءَ جا ڀاڳا
هي مڌر نظارا، تنهنجي لاءِ آهن .

نڪر، ساڃ ٻولو، سڀئي آستانا
هي مندر منارا، تنهنجي لاءِ آهن .

ڇڏي ديس پنهنجو، وڃين ڇو تي "وينا"
اکيين نير ـ نارا، تنهنجي لاءِ آهن .

"ادل سومرو"



Veena Shringi, although coming from well known Brahmin Zamindar family, her progressive out-look rebelled against the age old Bondage of orthodoxy. After graduation she took an appointment with All India Radio in Sindhi Services of External Services Division in 1976. Since, she first took up a job of a Broadcaster with All India Radio, has travelled a long way. Her restless Spirit was not Content with the waves of sound alone she used her sharp pen too, and recorded her reminisences. These were published in a Book "Kian Visariyan Verichen". The Book was an Instant Success. It won her award from Central Hindi Directorate. This Book was later included in the Exhibits of Indian Book fair at Mascow and other Countries.

She has so far authored five Books in Sindhi language. Her another Short Story Book "Zindgi Hik Natak" was awarded Cash Prize and merit certificate from Nai Duniya Publication. Her articles and Poems have been published from different forum. She has participated in Urdu National and International Mushara's and also attended International Sachal Congress at Karachi Pakistan in 1989 and in 1990 She has widely travelled different parts of the world and participated in many cultural events at Washington, New York, Miami, Canada, London and Spain Veena Shringi is General Sec. of Maruee and have conducted many National and International Seminar.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪـڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي ورِي پَـنَ جي ناليَ کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَـنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَــنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئـي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نـہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪـمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)